# فهرست

# ادب ۽ سماجي حقيقت نگاري

”مان چاهيان ٿو ته ادب حقيقتن کان مٿي اڀري اچي، مٿان بيهي حقيقتن تي نظر وجهي؛ ڇاڪاڻ ته سندس مقصد صرف حقيقتن کي پيش ڪرڻ يا ڇنڊڻ ناهي: اهو ڪافي نه آهي ته جيڪو ڏسون ٿا، ان جو چٽر پيش ڪريون. پر اسان کي ان جو به خيال رکڻ گهرجي ته ڇا حاصل ڪري سگهجي ٿو يا ڇا حاصل ڪرڻ ممڪن آهي.“ هي لفظ آهن، دنيا جي عظيم دانشور ۽ اديب مئڪسم گورڪي جا- ۽ ها سائنسي سوچ ۽ فڪر جو حامل ادب اهو ئي آهي، جيڪو نه صرف حقيقت پسند هجي، پر سچائي کي ظاهر ڪندڙ به هجي- ۽ ان سان انساني ذهن ۾ نئون انقلاب اچي، نئين سوچ جنم وٺي. ادب نه صرف حقيقتن کي بيان ڪري پر ان سان گڏ حقيقتن کي سمجهڻ، پرکڻ ۽ انهن جي وجود ۾ اچڻ جا سبب پڻ ٻڌائي.

ادب ۾ حقيقت نگاري ڇا آهي؟ يا سماجي حقيقت نگاري ڇا آهي؟ جيستائين اهو نه سمجهبو، تيستائين ان تي وڌيڪ بحث ڪرڻ اجايو ٿيندو. روز مرهه جي زندگيءَ ۾ جيڪي نوان نوان واقعا جنم وٺن ٿا، نيون شيون وجود ۾ اچن ٿيون ۽ پراڻيون ڊهن ٿيون، نوان فڪر ۽ فلسفا ظاهر ٿين ٿا يا مادي جي اندر جيڪا چر پر ٿئي ٿي. اها پنهنجي الڳ حيثيت ۽ وجود رکي ٿي ۽ اسان سماج ۾ جيڪا اٿل پٿل ڏسون ٿا، طبقاتي ٽڪراءَ ڏسون ٿا، اهي سڀ پنهنجي جاءِ تي زنده حقيقتون آهن. انهن مڙني جو ادب ۾ ذڪر حقيقت نگاري آهي.

پر جيڪي ڳالهيون يا موضوع انساني سماج ۽ هن دنيا جي مادي وجود کان ٻاهر آهن، انهن جو ذڪر ڪرڻ حقيقت نگاري نه آهي. جيئن ادب ۾ مافوق الفطرت طاقتن جو ذڪر، جنن ڀوتن جو تصور، اڻ ڏٺل روحاني طاقتن ۽ ٻين دنيائن جو تصور ۽ ذڪر حقيقت نگاري نه آهي. ان ڪري ادب جا موضوع ڪنهن خيالي ۽ فرضي دنيا مان ڪڍڻ بدران، انساني سماج مان چونڊڻ حقيقت نگاري آهي. جيئن ته ادب خود انساني زندگيءَ جو عڪس آهي ۽ انساني زندگيءَ سان واسطو رکندڙ حقيقتون ادب لاءِ مواد آهن. ان ڪري ادب ۾ شروعات کان وٺي حقيقت نگاريءَ جو پهلو اڻ چٽو ئي سهي، پر موجود ضرور رهيو آهي. جيئن جيئن سماجي ترقي ڪري رهيو آهي ته ادب ۾ پڻ ترقي ٿي رهي آهي ۽ ادب ۾ حقيقتن جو مفهوم وڌيڪ چٽو ۽ روشن ٿي رهيو آهي ۽

اديب سماجي اٿل پٿل سان گڏ حقيقتن جي تلاش ۾ وڌيڪ سرگرم ٿي رهيو آهي. هو خيالي دنيائن کي ڇڏي زندهه حقيقتن کي پنهنجي اظهار جو وسيلو بڻائي رهيو آهي.

جڏهن ادب اچا پنهنجي اوسر جي شروعاتي ڏاڪن تي قدم ڌريا ته اديبن عوام جي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ ڳالهين، سندن جذبن ۽ سماجي رشتن کي ادب جو موضوع بنائڻ شروع ڪيو. معاشري ۾ جيڪي به گهٽ وڌايون ٿين پيون، انهن جي عڪاسي ڪرڻ ۽ انهن جي تصوير عوام اڳيان آڻڻ لڳا. يعني ان وقت اديب حقيقت نگار ته هيا پر هنن جو شعور اچا ايستائين ترقي ڪري ڪو نه سگهيو هو، جو هو ڪنهن سماجي برائي کي پيش ڪرڻ سان گڏ ان جي ٿيڻ جا سبب ۽ بدلائڻ لاءِ راهون به تلاش ڪري سگهن. ان هوندي به شروعات ڪان ئي اديبن ۾ اڳتي وڌڻ ۽ فطرت تي قابو پائڻ جي وڏي خواهش موجود هئي. جنهن اڳتي هلي ڪين فتحمند ڪيو.

**سماجي حقيقت نگاري:**

مارڪس هڪ هنڌ چيو آهي ته؛ ”موجوده ادب ۽ اديب کي صرف معاشري جي عڪاسي ڪرڻي ڪا نه آهي، پر ان معاشري جي تبديليءَ لاءِ جدوجهد به ڪرڻي آهي.“ عڪاسي صرف حقيقت جو هڪ رخ آهي. انهي ڪري ڪنهن واقعي کي جيئن جو تيئن پيش ڪرڻ يا ان جي صرف تصوير عوام اڳيان آڻڻ حقيقت پسندي ته آهي، پر صرف واقعن کي جيئن جو تيئن چٽڻ مسئلن جو حل نه آهي. ايئن ڪرڻ سان عوام کي يا هن ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جو شڪار ٿيل مظلوم پورهيتن کي ڪو به فائدو نه رسندو. جڏهن ته جيڪي ڪجهه سماج ۾ ٿئي ٿو، اهو اديب حقيقت پسند بنجي عوام آڏو ته پيش ڪن ٿا، پر دراصل اديبن کي رڳو حقيقت نگار نه ٿيڻ گهرجي، پر سماجي حقيقت پسند بنجڻ گهرجي. يعني واقعن جي ٿيڻ جا ڪارڻ بيان ڪرڻ سان گڏ انهن جي خاتمي لاءِ راهون ۽ رستا تلاش ڪرڻ گهرجن. اهائي سماجي حقيقت نگاري آهي.

ان ڪري اديب کي نه صرف حقيقت پسند بنجڻ گهرجي ۽ صرف حقيقتون اخباري خبرن جيان بيان ڪرڻ گهرجن، پر ان سان گڏ سماجي حقيقت پسند بنجي معاشري ۾ پيدا ٿيل ڪچاين، گندگين ۽ غلط لاڙن کي پنجو ڏيڻ يا بدلائڻ لاءِ راهون به تلاش ڪرڻ گهرجن.

معاشري جي براين تي تنقيد ڪرڻ سان گڏ اسان جا اديب انهن جي حل لاءِ ۽ انهن جي ٿيڻ لاءِ ذميوار ڳالهين ۽ حالتن کي بي نقاب ڪندا ته عوام کي صحيح دڳ ملندو ۽ هو غلط رستن تي وڃڻ بدران صحيح سائنسي نقطي نگاهه سان جدوجهد ڪندو. ان ڪري سماجي حقيقت پسند ادب پيش ڪرڻ ڪري، وقتي حالتن جو جلد اثر قبول ڪندڙ فرد نه صرف حالتن کي جلد سمجهندا پر انهن ۾ مناسب تبديلي آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪندا. هو جڏهن سماجي حالتن ۽ چالو نظام کي پاڻ لاءِ نقصانڪار سمجهندا ته ان جي خلاف ڀرپور جنگ ڪندا ۽ انهيءَ نظام جي جاءِ تي هڪ اهڙو نئون سماج جوڙيندا، جيڪو سندن پرجهلو ۽ محافظ هوندو. ان ڪري اديب جو اهو عمل ان کي صحيح نموني سان سماجي حقيقت پسند بنائيندو ۽ کيس سائنسي سچائيءَ جي ويجهو ڪندو.

ان ڪري اديب سماجي حقيقت نگار بنجي پنهنجي فن جي ذريعي جيڪي به سماج دشمن

۽ انساني ارتقا خلاف ڪم ڪندڙ قوتون آهن، انهن کي بي نقاب ڪري ۽ نه صرف انهن تي تنقيد ڪري، پر انهن جي خاتمي لاءِ به عملي جدوجهد ڪري. جن به شين مان عوام کي فائدو رسي ٿو ۽ جيڪي به قوتون نئين سماج جي اڏاوت ۾ مددگار ثابت ٿين ٿيون، انهن کي پنهنجو ڪري.

جيڪي اديب يا فنڪار صرف نقاد آهن، صرف خاميون ڪڍي ڇاڻن ٿا، صرف منفي بنيادن تي سوچن ٿا. سي سماج جي اڏاوت ۾ ايترو اهم ڪردار ادا ڪري نه ٿا سگهن، جيترو اهي فنڪار جيڪي سماجي حقيقت نگار بنجي انهن خامين کي دور ڪرڻ جا دڳ ۽ منفي پهلوئن جا اثباتي پهلو به ڏسين ٿا. ڇو جو سماجي براين کي بي نقاب ڪرڻ وڏي ڳالهه ڪانهي، پر اصل ۾ انهن کي جڙ کان ڪڍي ٻاهر ڦٽي ڪرڻ وڏي ڳالهه آهي. اصل ۾ پراڻي مدي خارج نظام جي جاءِ تي نئين ترقي پسند سماج جي تعمير اصل مسئلو آهي.

ان ڪري هڪ انسان دوست ترقي پسند اديب جو فرض آهي ته هو نيون راهون تلاش ڪري ۽ نئين نهندڙ سماجي لاءِ ميدان تيار ڪري ۽ سماج ۾ پيدا ٿيل گندگين کي صاف ڪرڻ جا طريقا ٻڌائي. جي اديب کي پنهنجو صحيح ڪردار ادا ڪرڻو آهي ته هو استحصالي سماج جي خلاف پورهيت طبقي، مظلوم طبقي سان ڳنڍجي ۽ واڳجي وڃي. ڇو ته اهو ئي مظلوم طبقو انسانذات جي مڪمل آزاديءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ ويڙهه ڪري رهيو آهي ۽ سندس مستقبل يقينن روشن آهي.

(ڇپيل، روزاني سنڌ سجاڳ ڪراچي، 14 اپريل 1981ع)

★★★

## هاري هلچل جي شهيد

## مائي بختاور

ڪيوبا جي اڏول انسان فيدرل ڪاسٽرو پنهنجي هڪ تقرير ۾ چيو آهي ته؛ ”جڏهن انسان دلين ۾ ساڳي آدرش ڪٽي اڳتي هلندا آهن، تڏهن دنيا جي ڪا به طاقت هنن کي اڪيلو ۽ الڳ ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهندي آهي، نه جيل جون ديوارون ۽ نه قبرستان جا پٿر. اهڙن ماڻهن وٽ هڪ سانپر، هڪ جذبو، هڪ سوچ، هڪ ضمير ۽ هڪ وقار جو تصور موجود هوندو آهي.“

مائي بختاور جيڪا هن قوم جي هڪ زنده دل عورت هئي، ان جو مرڻ ڪنهن وڏي مقصد کان خالي نه هو. هو حق ۽ سچ جي بقا جي جنگ ۾ لاشعوري طور ڪا نه گهڙي هئي. هن وٽ قومي جذبو ۽ ترقي پسند سوچ موجود هئي. هوءَ هن قوم جي آدرشي نياڻي هئي، جتي مرد پنهنجن فصلن ۾ جهار هڪليندي، قومي ۽ سماجي برابريءَ واري پرچار ڪندا هئا، اتي عورتون کوهن تان پاڻي پريندي، لابارا ڪندي، توڙي گهرن ۾ رلهيون سبندي يا اُن چٽيندي هڪٻئي کي آزاديءَ ۽ برابري واري سماج جا سونهري داستان ۽ پنهنجن حقن جي سلامتي لاءِ جدوجهد جا تصور ٻڌائيندبون هيون. هي اهو افراتفريءَ وارو دور هيو، جنهن ۾ ٿورو اڳ ديسي، پرديسي ٿي چڪا هئا. ڌيهين جي جاءِ پرڏيهي والاري چڪا هئا. ديسي ڦورو ٻاهرين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي غريب پورهيتن جي پونجي هڙپ ڪري رهيا هئا. غريب پورهيت عوام، زميندارن ۽ جاگيردارن مان تنگ اچي ڪا وڏي تحريڪ هلائڻ لاءِ سوچي رهيو هو. ملڪي اقتدار سِڪن ڳڏ ڪندڙن جي هٿ ۾ هو، جيڪي پنهنجي حاڪميت برقرار رکڻ لاءِ زميندارن ۽ جاگيردارن کي خوش ڪرڻ جا حيلا هلائي رهيا هئا.

سنڌ- ڪيترائي انقلابي لاها چاڙها ڏٺا هئا، ڪيترا دفعا آزاديءَ ۽ غلاميءَ جا ڏينهن گهاريا هئا، اها هاڻ به ڪنهن وڏي تبديليءَ ۽ انقلاب لاءِ ڪر مروڙي رهي هئي. هي هارين ۾ سجاڳي ڪا پهريون دفعو ڪا نه آئي هئي، پر اڄ کان صديون اڳ به سنڌ اندر اهڙو ماحول موجود هيو. سنڌ دنيا وارن کي سوشلزم جي راهه ڏيکاري، هتان پورهيتن جي حقن لاءِ آواز بلند ٿيو. مارڪس کان به ٻه صديون اڳ فطري قوت جي وسيلي ڏاڍ ڪندڙن کي ثابت ڪري ڏيکاريو هو ته ”مسڪين مزدور ۽ هاري، هميشه ان حالت ۾ رهڻ لاءِ تيار ناهن، هميشه دنيا جي تختي تي سامراج يا سرمائيدار يا جاگيردار طبقي جي حاڪميت رهڻي ناهي.“ هن دنيا اندر پهريون دفعو شاهه عنايت شهيد ان فڪر جي پرچار ڪئي ته، ”انساني معاشري ۾ برابريءَ ۽ انصاف سان دولت جو ورهاڱو تڏهن ٿي سگهي ٿو، جڏهن ذاتي ملڪيت کي ختم ڪبو.“ (ٿامس مور) پاڻ نه

صرف اهو فڪر ڏنو پر پهريون دفعو، دنيا جي گولي تي عملي جدوجهد جي شروعات ڪيائين.

ان بعد سنڌ اندر حق ۽ سچ جي حصول، پنهنجي عزت ۽ آزادي لاءِ ڪيتريون ويڙهيون وڙهيون ويون آهن. ڪيئي دفعا پرڏيهي لٽيرا ۽ ڏيهي ڦورو سنڌ اندر خوار خراب ٿيندا رهيا آهن. ڪيئي دفعا شاهه عنايت پيدا ٿيا آهن ۽ ڪيئي دفعا جهوڪ جو ميدان ٻيهر رت سان رڱجي چڪو آهي. اڄ به اها ويڙهه جاري آهي. اڄ به ڌاڙ ۽ ڌڪاءَ خلاف جنگ نه صرف سنڌ اندر پر پوري دنيا اندر هلندڙ آهي. اڄ به دنيا جي گولي تي ٻه ڌريون موجود آهن، هڪ ظالم ۽ ٻيو مظلوم.

آزاديءَ ۽ برابريءَ واري سماج قائم ڪرڻ لاءِ وڙهيل ويڙهين مان اڄ صرف ان ويڙهه جو ذڪر ڪبو، جيڪا 1949ع ۾ عمل ۾ آئي، اڄ قوم جي ان شهيد نياڻيءَ کي خراج عقيدت پيش ڪبي، جنهن وطن جي عزت ۽ ناموس، مارن جي وقار ۽ سُتر لاءِ پنهنجي جان ڏني. سنڌ جي تاريخ ۾ هي ڪردار ٻين کان وڌيڪ اهم جڳهه والاريندو. هن ڪردار جي سچائي ۽ وطني حب سندس بهادري ۽ همت ان ڳالهه جو اعتراف آهي ته سنڌ جون عورتون پنهنجن حقن وٺڻ لاءِ ۽ پنهنجي قومي حفاظت جي جنگ ۾ مردن کان پوئتي نه آهن. اهي ماڻهو جيڪي عورتن کي بزدل ۽ ڪمزور تصور ڪندا آهن ۽ انهن کي گهٽ نظرن سان ڏسندا آهن ۽ ڪين معاشري ۾ ڪا به مثالهين جاءِ ڏيڻ لاءِ تيار نه هوندا آهن، انهن ماڻهن جي منهن تي هي ڪردار ڀرپور چماٽ هڻي ٿو. هڪ مفڪر ڊيوڊ ليمپي جي چوڻ موجب ته ”دنيا ۾ جيتريون به جنگيون ٿيون آهن، انهن ۾ سڀني کان وڌيڪ نقصان عورت جو ٿيو آهي، ان جي جهولي به خالي ٿي آهي، ان جي مٿي جو تاج به کسيو ويو آهي، ان جو سهاڳ به لٽيو ويو آهي ۽ ان جي عزت به برباد ڪئي وئي آهي.“ پر مان جيڪڏهن انهن سٽن ۾ هي به اضافو ڪيان ته وڌاءُ نه ٿيندو ته عورتن ان کان به اڳتي وڌي پنهنجا سر به سٽيا آهن. هنن پنهنجي لهوءَ سان ڌرتيءَ کي سرخ ڪيو آهي، هنن جنگ جي ميدان ۾ ترار به کنئي آهي ته ڪوٽن ۾ قيد هوندي به لالچن ۾ اچي وطن جو سودو نه ڪيو آهي. اهڙي طرح هن ڪردار جي بهادري ڏسي، ان چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته هن ديس ۾ هر دؤر ۾ مارئيون جنم وٺنديون آهن ۽ هر روز عمر کي شڪست کائڻي پوندي آهي. هن ديس جون ڌڃاڻيون مارن جو ستر رکندڙ آهن ۽ هو ٿر ۽ بر ۾ آزاديءَ جون مشعلون بڻجي اسان جي راهن کي روشن ڪنديون آهن.

سنڌ اندر ته ڪيئي ڳوٺ آهن، ڪيئي سهڻا سهڻا ڪيت آهن. جن سان ڪيترائي تاريخي داستان وابستا آهن، پر لاشارين جو ننڍڙو ڳوٺ، جيڪو تعلقي عمرڪوٽ جي ننڍڙي شهر ٽالهيءَ جي ڀر ۾ آهي، اهو مڙني ڳوٺن کان ممتاز حيثيت رکندڙ آهي. ان ڳوٺ جو نالو نه صرف سنڌ جي پورهيتن پر دنيا جي پورهيتن ۽ آزاديءَ لاءِ هلندڙ تحريڪن لاءِ ڪشش رکندڙ ۽ سونهين جو ڪم ڏيندڙ آهي. هيءُ ڳوٺ ان ڪري تاريخ جي صفحن ۾ اهم جاءِ ڪو نه والاريندو ته هي ڳوٺ اڳي قادياني زميندارن جي ملڪيت هو، جن جي چاليهه هزار ايڪڙ ٿر اندر جاگير هئي. پر هيءُ ڳوٺ ٻين ڳوٺن کان وڌيڪ نرالو ۽ اهم ان ڪري مڃيو ويندو، جو هن ئي ڳوٺ جي هڪ اڙٻنگ عورت مائي بختاور، ديسي هارين، نارين ڪڙمين ڪاسبين وانگر قومي ۽ طبقاتي حقن لاءِ جدوجهد ڪندي سر ڏنو هو. هتي ظالم قوتن پنهنجي ظلم ۽ بربريت جو مظاهرو ڪندي، پنهنجي مفادن جي سلامتي لاءِ وحشپڻي جو مظاهرو ڪيو. هن ڳوٺ جي هارياڻين، پنهنجي ورن، پنهنجي

جوڏن جي غيرموجودگيءَ ۾ 22 جون 1949ع تي جاگيردارن جي دلال قادياني زميندارن سان مهاڏو اٽڪايو هو. ان آزاديءَ ۽ پنهنجي حقن لاءِ جنگ ڪندڙ جٿي ۾ هڪ پيرسن پينو فقير ۽ بيون ڪيتريون ئي سنڌ ڌياڻيون موجود هيون، جن جي اڳواڻي ڳوٺ جي بهادر، جفاڪش، محب وطن ۽ پورهيت انقلاب ۾ ايمان رکندڙ 60 ورهين جي ڪمزور جسم هارياڻي مائي بختاور ڪري رهي هئي. هوءَ نه صرف گهرو ڪم ڪار ڪندڙ عورت پر مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ٻنين ۾ ڪم ڪندڙ محنت ڪش هارياڻي پڻ هئي. هوءَ ملڪ اندر هلندڙ جدوجهد ۾ وڏي دلچسپي وٺندڙ هئي. ان ڪري ته هن ٻين ڳوٺاڻن کي تيار ڪري پنهنجي حقن جي بچاءَ لاءِ هٿيار کڻڻ تي مجبور ڪيو. هو ٻاگهي ٻنجي ٻاهر نڪري آئي، ڇو جو هن جا دودا ۽ ننگر به ڪنهن عظيم مقصد خاطر ويل هئا.

سنڌ اندر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ محمد لاکو، ڊاڪٽر هسارام، عجائب سنگهه، غلام محمد لغاري، غلام محمد بام، مولوي معاذ ۽ ٻيا ڪيترائي پورهيت دوست اڳواڻ هارين جي حقن لاءِ تحريڪ هلائي رهيا هئا ۽ ڪيترن وطن پرستن جي ساٿ هن تحريڪ کي وڌيڪ زور وٺايو هو. هن تحريڪ جو مول متو هو، سرمائيدارن ۽ جاگيردارن سميت ٻاهرين ڦورن کان مڪمل آزادي. هن تحريڪ عورتن ۽ مردن ۾ مسرت ۽ سمجهه پيدا ڪئي. سنڌ اندر وري شاهه عنايت شهيد جي سوچ ۽ فڪر کي پاڻي مليو. سلسلو اڳتي وڌيو، سڪل سلا ساوا ٿيا. ڇو جو اڄ حيدر بخش جتوئي، هارين جو دوست جنم وٺي چڪو هو. مائي بختاور هارياڻي جي شهادت مٿين تحريڪ جي زور وٺڻ ڪري ٿي. جن ڏينهن ۾ سنڌ اندر هارين کي بٽئيءَ جو اڌ حصو ڏيارڻ جي جدوجهد هلي رهي هئي. انهن ڏينهن ۾ ئي زميندارن پنهنجي مفادن جي سلامتيءَ لاءِ هي ڏٺو ڪم ڪيو. هن تحريڪ جنم ئي هارين جي بک ۽ بدحالي مان ورتو. هن مطالبي جي مڃرائڻ، زميندارن کان هارين کي پنهنجا حق وٺي ڏيڻ لاءِ پوري سنڌ اندر مختلف پورهيت دوست اڳواڻن جي رهبري هيٺ تحريڪون شروع ٿي چڪيون هيون. هنن تحريڪن جي شروعات نواب شاهه کان ٿي. ڏتڙيل هاري ۽ ٻيا پورهيت ”سنڌ هاري ڪاميٽيءَ“ جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿيڻ لڳا ۽ پارٽي پروگرام سان اڳتي وڌڻ لڳا. هارين اندر سنڌ هاري ڪاميٽي جي ڪارڪنن ايتري ته سجاڳي پيدا ڪئي، جو اهي هاري، جيڪي اڳ زميندار ته ٺهيو پر ڪمدارن کان به پيا ڏڪندا هئا، جيڪي ڪنڌ هيٺ ڪيو وڏيرن جون نه صرف گاريون سهندا هئا پر بيگرون به وهندا هئا، سي هاڻ آڻ مڃڻ کان به نابري واري ويٺا.

هن تحريڪ جو آواز هر هاريءَ جي گهر ۽ جهوپي تائين پهچائڻ لاءِ ”سنڌ هاري ڪاميٽي“ طرفان ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي 20 جون 1949ع تي جهڏي ۾ هاري ڪانفرنس گهرائي. جنهن ۾ 10 هزار هاري ۽ ڪارڪن شريڪ ٿيا. هر ڳوٺ ۽ هر شهر مان هاري ۽ ٻيا پورهيت ان ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پهتا. اهڙي طرح مائي بختاور جي ڳوٺ جا سڀ هاري ۽ نوجوان ان ”جهڏو هاري ڪانفرنس“ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ روانا ٿي ويا. ڳوٺ ۾ صرف دلير عورتون ۽ ٿڻن تي ڪير پياڪ ٻار موجود هئا.

جڏهن قادياني زميندارن ڏٺو ته ڳوٺڻ جا مڙئي هاري ۽ تحريڪ جا ڪارڪن ڪانفرنس تي ويل آهن ۽ زمينن جا قبضا خالي ۽ اَن جا ديرا واهت بنا پيا آهن، ته هنن نهايت مڪاريءَ ۽

چالاڪيءَ سان ديرن تان اَنُ ڪڻڻ لاءِ منصوبا سٽيا، جيڪو انُ اڌ ٻٽئي جي فيصلي تائين اتي رکيل هو. هنن پنهنجي بزدليءَ جو مظاهرو ڪندي، لاشارين جي ڳوٺ تي چڙهائي ڪئي. جتي هارين جو هڪ وڏو ديرو اٽڪل 3 هزار مڻ ڪڻڪ تي موجود هو. ديرو جنهن تي اگهه هاري واهت ڪيو ويٺا هئا. اڄ هنن بي سمجهه ڦورو قوتن کي ننڌڻڪو نظر اچي رهيو هو. جاگير جي مالڪن ديري تي قبضو ڪري اَنُ ڪڻڻ جي ڪوشش شروع ڪئي. جڏهن اها خبر ڳوٺ جي عورتن کي پئي ته جاگير جا مالڪ اڌ ٻٽئي ڏيڻ بنا زوري انُ ڪنيو ٿا وڃڻ ته هو پنهنجي ورن جي غيرموجودگيءَ ۾ روا ۽ پوتيون چيلهن سان ٻڌي، هٿن ۾ لٺيون، ڪهاڙيون، ڏانداريون ۽ ڏاٽا کڻي ميدان تي نڪري آيون. هنن هٿياربند زميندارن تي حملو ڪيو. اَن جون وارثياڻيون ۽ زمين جون مالڪياڻيون ڏسندي ئي زميندارن جون وايون بتال ٿي ويون ۽ زميندارن کي چيو ويو ته، ”جيستائين اڌ ٻٽئي وارو مطالبو پورو نه ٿيندو ۽ جيسين اسان جا جوڌا واپس نه ايندا، تيسين اوهان انَ کي هٿ لائي نه ٿا سگهو.

زميندارن کي پڪ هئي ته هارين جي اچڻ ڪري هنن کي اڌ ٻٽئي به ڪا نه ملندي، ورندو خوار خراب ٿيندا. هنن فيصلو نبيرڻ لاءِ سچ جي ساٿ سان اڳتي وڌندڙ عورتن تي حملو ڪيو. گهڻي ڌڪا ڌڪي بعد چوڌري سعيدالله ۽ مئنيجر چوڌري خالد عورتن تي فائرنگ شروع ڪئي، هي هٿين خالي ديس ڌياڻيون پوءِ به ديري تان پوئتي نه هٽيون، پر هن جا قدم ڌڪن سهندي به اَنَ جي ديرن ڏانهن هيا. اهو صرف اَن جي کرن جو بچاءُ نه هيو، پر پنهنجي تحريڪ جو بچاءُ ۽ پنهنجي عظيم مقصد جو بچاءُ هيو. گولين هلندي به عورتن جي اڳواڻ مائي بختاور ڪارونجهر جيان مضبوط ٿي وڙهندي رهي. هوءَ ڪهاڙي سان، ڏاندري سان، لٺ سان تيسين وڙهندي رهي. جيسين هڪ گوليءَ هن جي سيني کي پرڻ بنائي، کيس هميشه لاءِ موت جي هنج ۾ اَمر بڻائي ڇڏيو. ڌڪا ڌڪيءَ ۾ هڪ پير مرد پينو فقير پڻ ٻين عورتن سميت زخمي ٿي پيو.

22 جون تي اها خبر جهڏي پهچي وئي، جتان هارين جو عظيم ليڊر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، هاري ڪاميٽيءَ جي ورڪرن جي وڏي تعداد سان 23 جون تي اچي لاشارين جي ڳوٺ ۾ پهتو. هن جٿي ۾ جان محمد پلي، عبدالغفور سرهندي ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري موجود هئا.

ڪنري جي صوبيدار عنايت علي خان ابڙي ۽ ڊي ايس پي ديوان تلجارام ڪيس لکيو. ڪجهه ڪارڪن ڪامريڊ جتوئي جي حڪم موجب بختاور شهيد جي لاش کي انَ جي کري تان کڻي پوسٽ مارٽم ڪرائڻ لاءِ ساماري کڻائي ويا. جتي گهڻو وقت گذرڻ ڪري مائي بختاور کي ساماري جي هڪ مقام ۾ دفن ڪيو ويو. هن خون جو ڪيس ميرپور خاص جي سيشن ڪورٽ ۾ هليو. ڪيس جي پيروي سنڌ هاري ڪاميٽيءَ طرفان وڪيل ديوان بنارام ڪئي. سڄي سنڌ اندر پورهيتن ۾ هن واقعي جوش ۽ ولولو پيدا ڪري ڇڏيو. زميندارن ۽ حاڪمن خلاف نفرت جي تيز لهر پوري ملڪ اندر موجود هئي. ان ڪري حاڪم ڌر پورهيتن جي جذبن کي ٿڌو ڪرڻ ۽ ڪنهن وڏي فساد روڪڻ لاءِ سٺو سمجهيو ته فيصلو هارين جي فائدي ۾ ٿئي ۽ ملزمن کي سزائون ملن.

ايتري قدر جو سرڪاري وڪيل مرزا اسڪندر بيگ، جيڪو ان وقت جي سنڌ جي گهرو معاملن واري وزير قاضي فضل الله خاص حيدرآباد کان اُماڻيو هو، سو پڻ هارين جي ڌر طرف ٿي سندن فائدي ۾ ڪيس لڙڻ لڳو. هيءُ ڪيس سيشن جج ديوان شنڪر سنگهه آڏواڻي هلايو. هن صاحب پورهيتن جي فائدي ۾ فيصلو ڏيندي، چوڌري سعد الله (جيڪو ان وقت جي پاڪستان جي وزير خارجه مير ظفر الله جو پاٽيجو هو) ۽ چوڌري خالدکي 20-20 ورهيه جيل جي سزا ڏني ۽ ٻين کي به جوڳيون سزائون مليون.

(چپيل، روزانه هلال پاڪستان ڪراچي- اصغر آزاد جي نالي سان- 2 سيپٽمبر 1989ع)

★★★

## سنڌ جي تاريخ ۽ اسان جون ذميواريون

اسان جي ملڪ ۾ اڃان سوڌو تاريخ ڏانهن سنجيدگي سان ويچار ئي نه ڪيو ويو آهي. هتي تاريخ کي صرف سياسي تبديلين جو نالو ڏنو ويو آهي. تاريخ کي صرف بادشاهن، اميرن ۽ مذهبي رهنمائن جي ڪارنامن، سندن جنگين، قصن ۽ ڪهاڻين تائين محدود رکيو ويو آهي. جڏهن ته تاريخ جو اهو تصور صحيح نه آهي. تاريخ هڪ سائنس آهي، تاريخ ڪنهن قوم جي سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ ثقافتي اڀياس جو نالو آهي. دنيا ۾ تاريخ جا ڪيترائي تصور رهيا آهن. پر تاريخ جي مادي نقطي نظر موجب، انسانذات جي سموري تاريخ طبقاتي ويڙهه جي تاريخ رهي آهي. اها ويڙهه ڦريل ۽ ڦريندڙ، حاڪم ۽ محڪوم جي وچ ۾ هلندي رهي آهي. تاريخ جي جديد مادي قانون موجب سماجن ۾ اٿل پٿل يا نظرين ۽ خيالن ۾ اٿل پٿل سڀ مادي پيداوار جي تابع آهي. مادي پيداوار جي ترقي سان ئي نظريا، سماج ۽ انهن جا طور طريقا ۽ قانون بدلبا رهندا آهن، ان ڪري تاريخ اصل ۾ سماجي ٽڪرائن جو لاڳيتو عمل آهي. ان طريقي سان تاريخ کي نه صرف صحيح نموني سمجهي سگهجي ٿو، پر ان جي روشني ۾ عوامي حقن لاءِ جدوجهد ڪري سگهجي ٿي. اهو ئي تايخ جو جديد نظريو آهي. جنهن تحت اسان کي سنڌ سميت دنيا جي تاريخ لکڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ گهرجي.

تاريخ جي جديد مادي نقطي نظر موجب سنڌ جي تاريخ تي اڃان سوڌو ڪوبه ڪم نه ٿيو آهي. سنڌ ۾ هن وقت تائين جيڪي تاريخون لکيون ويون آهن. جهڙوڪ چچ نامون، تحفته الڪرام، تاريخ معصومي، تاريخ شاهجهاني وغيره اهي تاريخ جي اصل تصور جو پورائو نه ٿيون ڪري سگهن. اهي صرف تاريخ لکڻ لاءِ مددي مواد (Source Material) جو ڪم ڏئي سگهن ٿيون. ٻيو ته اهي تاريخون سنڌ کان ٻاهر جي ڌارين تاريخ نويس جون لکيل آهن. جيڪي سنڌ جي سماج، ثقافت، ماڻهن جي احساسن ۽ جذبن کان بلڪل اڻ ڄاڻ هيا. ٻيو ته اهي ليکڪ ٻاهرين حملي آورن جا ساٿياري هجڻ ڪري صحيح نموني، ايمانداري ۽ سچائي سان حقيقتون پيش نه ڪري سگهيا آهن، پر پنهنجن سياسي مقصدن ۽ مرادن تحت حقيقتن کي توڙي مروڙي پيش ڪيو اٿن. ان ڪري هنن جي لکيل تاريخ سنڌ جي عوام جي جذبن ۽ امنگن جي ترجماني نه ٿي ڪري سگهي. هنن سنڌ جي عوام ڏانهن لاپرواهي دشمني ۽ بي حسي وارو رويو اختيار ڪيو آهي. ٻيو ته انهن تاريخدانن جون لکيل تاريخون رڳو حڪمرانن، مذهبي عالمن ۽ امير گهراڻن جي ڪوڙين، سچين ڪارڪردگين ۽ ڪارنامن جو داستان آهن. انهن تاريخن ۾ پورهيت عوام يعني تاريخ جي خالق قوتن جو ڪوبه ذڪر ڪونه آهي. انهن تاريخن مان اسان کي ان دور جي سماج، ثقافت ۽ معيشت بابت ڪابه ڄاڻ ڪانه ٿي ملي.

هي ته اوهان ماضيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ تي ڪيل ڪم جي حوالي سان ٻڌو، پر موجوده دور ۾ به اڃا سنڌ جي تاريخ تي نئين سري سان تحقيق ڪرڻ جو ڪم شروع نه ٿيو آهي. پر اڃان هاڻ مس سنڌ جي تاريخ جي ٽڙيل ۽ ٽهن هيٺ آيل مواد کي هڪ هنڌ گڏ ڪيو ويو آهي. ڇو جو

جيئن ته سنڌ تي مختلف دورن ۾ ڌارين حملا ڪري، هتان جي تاريخي تسلسل کي تباهه ڪيو آهي. ان ڪري انهن حملن ۽ ڪاهن ڪري سنڌ ۾ علمي ادبي سرمايو تباهه ٿيندو رهيو آهي. جنهن ڪري سنڌ جي تاريخ جون ڪيترين ڪڙيون گم ٿيل نظر اچن ٿيون، ان ڪري سنڌ جي تاريخ جو تسلسل برقرار رهي نه سگهيو آهي. ويجهڙائي ۾ سنڌ جي تايخ جي گم ٿيل ڪڙين کي حاصل ڪرڻ ۽ مختلف هنڌن تي ٽڙيل پکڙيل مواد گڏ ڪرڻ جو ڪم شروع ٿيو آهي. اسان جي محققن ۽ عالمن جهڙوڪ مرحوم حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ايم ايچ پنهور، غلام علي الانا، سراج الحق ۽ ٻين وڏين محنتن ۽ مشقتن سان تاريخ جون مختلف ڪڙيون ۽ سلسلا هٿ ڪري انهن کي اسان جي آڏو آندو آهي. هاڻ ان مددي مواد جي بنياد تي اسان کي سنڌ جي تاريخ بلڪل جديد ۽ سائنسي نقطي نظر تحت تيار ڪرڻي آهي. اسان کي سنڌ جي تاريخ لکڻ وقت جديد دور جي سائنسي ايجادن مان به فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. قديم آثارن تي سائنسي نموني جيڪا تحقيق ٿي رهي آهي ۽ جيڪي نيون حقيقتون ۽ انڪشاف اسان جي آڏو اچي رهيا آهن، انهن جي مدد سان اسان سنڌ جي تاريخ جي نه صرف وڃايل ڪڙين ۽ سلسلن کي هٿ ڪري سگهون ٿا، پر ان سان اسان جي تاريخ جا ڪيترائي منجهيل سٽ پڻ سلجهي پوندا.

سنڌ جي تاريخ لکڻ وقت قديم آثارن مان مليل مواد جي آڌار تي اسان کي ان دور جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن، مذهبي ۽ نظرياتي ويچارن، سندن ڪمن ڪارين بابت مڪمل ڄاڻ ملي سگهي ٿي. جنهن لاءِ درٻاري ليکڪن جون لکيل تاريخون بلڪل خاموش آهن.

قديم آثارن ۽ پراڻن تاريخي نسخن کان سواءِ اسان کي پنهنجي لوڪ ادب ۽ قديم شاعري، نيم تاريخي قصن ۽ ڪهاڻين مان پڻ تاريخ کي سهيڙڻ ۾ مدد ملي ٿي. ڇو جو اسان جي عوام جي تاريخي فتحن، سندن عظيم تخليقن، جدوجهدن ۽ ڪارنامن، جن کي درٻاري ليکڪن نظرانداز ڪيو آهي. اهو سڄو مواد اسان جي ڀٽن، ڀانن، چارڻن ۽ قصي ڪٿندڙن جي نسل کان نسل تائين ڏانهن منتقل ٿيندو آيو آهي. ان مواد کي سوڌي، سموهي، ان رستي پڻ اسان پنهنجي تاريخ کي مڪمل ۽ مستند بڻائي سگهون ٿا.

سنڌ جي نئين تاريخ لکڻ وقت اسان جي نوجوان تاريخدانن کي تاريخ جي جديد مادي نقطي نظر کي پنهنجي راهه جو سونهون بڻائڻو پوندو. اسان کي سنڌ جي تاريخ نئين سر جديد مادي نقطي نظر تحت لکڻي پوندي ته جيئن اها تاريخ عوام منجهه جدوجهد ڪرڻ ۽ پنهنجون حالتون سڌارڻ جو شعور پيدا ڪري سگهي. ان رستي عوام پنهنجي حقن ۽ فرضن کان واقف ٿئي ۽ ماضي منجهه ساڻس جيڪي ظلم ۽ ستم ڪيا ويا آهن، انهن جي خاتمي لاءِ رٿابندي ڪرڻ جو اهل ثابت ٿئي.

اسان کي سنڌ جي جديد تاريخ لکڻ وقت فرضي قصن ۽ ڪهاڻين کي رد ڪري سائنسي سوچ کي اپنائڻو پوندو. تحقيق ڪرڻ وقت هر هڪ واقعي جي سائنسي مادي بنيادن تي ڇنڊڇاڻ ڪرڻي پوندي. هر هڪ دور جي حالتن جو تجزيو نهايت ايمانداريءَ سان ڪرڻو پوندو. هر قسم جي سماجي اٿل پٿل جي سببن کي پيش ڪرڻو پوندو. تاريخ کي قصي يا ڳالهه يا اخبار جي خبر بنائڻ بدران ان کي سائنسي عقلي دليلن جي روشني ۾ پيش ڪرڻو پوندو. هر هڪ تاريخي واقعي جي پس منظر ۾ لڪل سياسي، معاشي ۽ سماجي سببن جو مطالعو ڪرڻو پوندو. اسان کي سنڌ جي

تاريخ لکڻ وقت هر قسم جي مذهبي ڪٽر پڻي، فرقي پرستي ۽ قومي تعصب کان پاسو ڪرڻو پوندو. جيئن اسان جو عوام تاريخ منجهان صحيح رهنمائي حاصل ڪري سگهي ۽ ان مان پرايل نتيجن جي روشنيءَ ۾ مستقبل لاءِ رٿابندي ۽ جدوجهد ڪري سگهي.

هيستائين ٿيندو ائين آيو آهي جو اسان جا نوجوان تاريخدان، قومي تعصب جي وهڪري ۾ وهي، ابترو ته اڳتي وڌي ويا آهن، جو هنن ڌارئي شهنشاهه محمود غزنوي ۽ شاهجهان تي ته چٽي تنقيد ڪئي آهي پر ان جي ڀيٽ ۾ سنڌ جي ڏيهي حڪمرانن جا قومپرستيءَ جي نشي ۾ ڳڻ ڳايا آهن. سنڌن عوام سان ذلت ڀرئي سلوڪ جي پرده پوشي ڪئي آهي. مهاراجه ڏاهر، ڄام نظام الدين، دريا خان دولهه يا غلام شاهه ڪلهوڙي جا ڌارين سان اٽڪايل مهاڏا ته ساراهه لائق آهن. پر هنن هتان جي پورهيت عوام سان جيڪي ڏاڍايون ۽ ارهه زورايون ڪيون آهن. انهن کي به وسارڻ نه کپي. اسان جا ڪيترا تاريخدان ته قومپرستيءَ جي وهڪري ۾ ابترو ته اڳتي وهي وڃن ٿا جو هو ارتقا واري عمل جا به انڪاري ٿي وڃي واڪ اها دعويٰ ڪن ٿا، ته اسان جديد سنڌ کي ڄام نظام الدين ۽ دولهه دريان خان واري سوين سال پوئتي پيل سنڌ بڻائينداسين. سنڌ جي تاريخ لکڻ وقت اسان کي قومي تعصب واري عينڪ کي لاهي ڦٽي ڪرڻو پوندو. اسان کي موهن جي دڙي جي شاندار تهذيب جي ته ساراهه ڪرڻي پوندي پر ان سان گڏ اهو به لکڻو پوندو ته ان تهذيب جي اڏيندڙ پورهيت عوام سان سنڌ جي ڏيهي حڪمرانن جو رويو اذيت ناڪ هيو. ان سان گڏ ان ڳالهه جي به فراخدليءَ سان ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻي پوندي ته آخرڪار اسان ۾ ڪهڙيون خاميون هيون، جو اسان اڄان اتي بيٺا آهيون، جتي سوين هزارين سال اڳ هئاسين.

(هي مقالو سڪرنڊ هسٽاريڪل سوسائٽي طرفان ڪرايل هڪ تقريب ۾ پڙهيو ويو)
(ڇپيل، روزاني سنڌ سجاڳ ڪراچي، 28 جون 1991ع)

★★★

## واءَ سان گڏ هلو!

حقيقت ۾ ادب يا ٻيا مڙئي فن، هن وسيع دنيا ۽ سماج کي سمجهڻ ۾ مدد ڏيڻ سان گڏوگڏ ان جي تشڪيل ڪرڻ ۾ پڻ مدد ڏين ٿا. ادب کي ٻين مڙني لطيف فنن، سماجي قانونن، سماج کي سمجهڻ لاءِ مقرر ڪيل ماپن مٿان فوقيت حاصل آهي. زندگيءَ جي هر پهلو ۽ پاسي سان ادب جو واسطو آهي. ادب ۽ سياست جو ته پاڻ ۾ ايڏو گهرو ناتو ۽ رشتو آهي، جهڙو سپ ۽ سمنڊ جو. اهي ماڻهو ڪيڏا نه اڻ چاڻ ۽ ڪم فهم چئجن، جيڪي ادب کي سياست کان جدا ڪن ٿا. ادب توڙي سياست انسان جي داخلي ۽ خارجي معاملن سان زنجير جي ڪڙين وانگر ڳنڍيل آهن. ٻئي انسانذات جي ڀلائي ۽ بهبود جا خواهشمند آهن. هڪڙي ئي درياهه مان نڪرندڙ ٻه ڪئنال آهن، مقصد ساڳيا ڪٽي نڪرن ٿا، پر راهون مختلف اٿن. فلسفو، تاريخ، ادب ۽ سياست هڪ ٻئي جي رهنمائي ڪن ٿا. هڪ سياستدان وانگر هڪ اديب پڻ باريڪ بينيءَ سان سماج جو مطالعو ڪري ٿو، ان کي پرکي ٿو، سماجي ۽ معاشي حالتن جو تجزيو ڪري ٿو. اديب ۽ سياستدان معاشري جي خامين ۽ ڪچاين، زمين تي پيدا ٿيل فتني ۽ فساد، گند ۽ ڪچري کي نه صرف منظر عام تي آڻي، ان جي مذمت ڪري ٿو، پر هو ان کي ختم ڪرڻ ۽ ان جي جاءِ تي هڪ نئون معاشرو ۽ هڪ بهترين سماج جوڙڻ لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو. ڪڏهن ته اديب، سياستدان کان ٻه ٻه قدم اڳتي وڌي، جهر جهنگ، وستي واهڻ ۾ وڃي قلم سان گڏ زبان سان عوام کي ايندڙ خوف خطرن کان آگاهي ڏئي ٿو ۽ انهن خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجن گيتن ۽ غزلن، تقريرن ۽ تحريرن سان هنن جي دل ۾ اڻ ٿڪ محنت ۽ مشقت جو جذبو پيدا ڪري ٿو. هن جو اصل فرض اهوئي آهي، جنهن ڪري سندس مانُ مڙني ڏاهن کان مٿي آهي.

صرف فن برائي فن ڪجهه به نه آهي، عوام ۽ ماڻهن کان غير جانبداري کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي خراب ڳالهه آهي. اڄ جو اديب پاڻ کي سياسي، اخلاقي، معاشي ۽ طبقاتي بنيادن لاءِ هڪ وسيلو بنائي استعمال ڪري ۽ نئين ايندڙ انقلاب لاءِ راهه هموار ڪري. اڄ جي اديب کي سماجي اڻ برابري، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. هو امن ۽ شانتيءَ لاءِ پاڻ پتوڙي. هو نهندڙ نئين سماج کي مدد ڏئي، ۽ پاڻ ۽ پنهنجو فن ان لاءِ وقف ڪري. ڪنهن ڏاهي چيو آهي ته ”فن جو واسطو عوام سان آهي ۽ ان جي پاڙن کي پورهيتن جي وچ ۾ گهرائي سان پيهي وڃڻ گهرجي. اهو فن اهڙو ئي هجي، جنهن کي عوام سمجهي ۽ ان سان محبت ڪري.“

ترقي پسند اديبن تي اهو فرض عائد ٿو ٿئي ته هو ملڪ جي هارين ۽ مزدورن سان ملي هڪ ٿي وڃن. ڇو جو اسان کي جاگيردار، سرمائيدار ۽ سامراج دلال عوام کان پري رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ڇو جو هو سمجهن ٿا ته جيڪڏهن اديب، جن وٽ چالو نظام کي تبديل ڪرڻ ۽ هن سماجي ڍانچي کي بدلائڻ جو ڏانءُ ۽ طور طريقا آهن، اهي جي هن وڌيڪ تباهه ۽ برباد ٿيندڙ طبقي، جيڪو ٻين جي پيٽ ۾ وڌيڪ انقلابي آهي، ان سان ملي هڪ ٿي ويا ته انقلاب کي دنيا جي

ڪابه طاقت روڪي نه ٿي سگهي.
اها به ڳالهه پنهنجي جاءِ تي وڏي اهميت رکي ٿي ته اديب جي معاشي ۽ طبقاتي حيثيت ۽ سندس سوچ جو اثر سندس لکڻي تي پوي ٿو. اديب جنهن طبقي سان واسطو ۽ همدردي رکندڙ هوندو، گهڻو ڪري اهڙوئي ادب ماڻهن کي ڏيندو. هن جي طبقاتي سوچ ادب مٿان اثر انداز ٿيندي رهندي. ڪوبه مثال ونو. جيڪڏهن ڪوبه اديب استحصالي طبقي مان اڀري ٿو يا سندس واسطو ڦورو ٽولن سان آهي ته گهڻو ڪري سندس سوچ به انهن جهڙي رهي ٿي. ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ئي ٻي سوچ جو مالڪ بڻجي ٿو. ان ڪري اديب جي سماجي حالت ۽ ذهني ڪيفيت سندس لکڻي مان ظاهر ٿي بيهي ٿي. ان ڪري ترقي پسند اديب اهي بڻيا آهن، جيڪي پنهنجي استحصالي طبقي کي ڇڏي پرولتاريه سان هڪ ٿي وڃن ٿا ۽ پاڻ کي انهن لاءِ ارپي ڇڏين ٿا.
هر هڪ ترقي پسند اديب جو فرض آهي ته هو پاڻ ۽ پنهنجي فن کي طبقاتي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ ۽ قومي غلامي خلاف هڪ مضبوط هٿيار طور ڪتب آڻي. نه صرف پيڙجندڙ عوام ۽ غلام قومن لاءِ قلم سان ويهي لکي پر عملي جدوجهد ۾ به شريڪ ٿئي ۽ جي هو چاڙهي واڙهي ڪنارهه ڪشي اختيار ڪندو ته هو ڪنهن به بنياد تي پاڻ کي ترقي پسند چوائڻ جو اهل نه آهي. جي صرف هو پنهنجي انفرادي سکن ۽ خوشين ڪاڻ لڙي ته به ترقي پسند اديب ٿي نه ٿو سگهي. جڏهن ته هو خود ان پيڙيل طبقي سان، هن اڻ برابري واري سماج جا ڏک ڏولاوا سهي ٿو. ته هن کي جڳائي ته نه صرف پنهنجي انفرادي ڏکن ۽ سورن، تڪليفن ۽ پيڙائن کي ادب جو موضوع بنائي ۽ انهن جي حل لاءِ پاڻ پتوڙي، پر مجموعي انسان ذات جي ڏکن ۽ ڏولائن، مصيبتن کي هٽ ۾ ڪٽي ۽ ان طبقي جي وڏي آباديءَ کي ان سان ملائي گڏجي جدوجهد ڪري. ڇو جو ائين ڪرڻ سان نه صرف فردي آزادي ۽ سڪون نصيب ٿيندو پر اجتماعي فائدا پڻ رسندا ۽ اجتماعيت ئي سڀ ڪجهه آهي. انفراديت جو ڪوبه مقام ڪونه آهي. يعني اديب ان ڳالهه کي ڪڏن جيڪا ڳالهه عوام جي وسيع تر مفادن سان ڳانڍاپيل هجي. هو پاڻ کي چاڪيءَ جي ڏاند جيان ڪنهن انفراديت پسند گروهن جي مقصدن يا مفادن لاءِ نه ڦيرائن. پر هنن جو ادب مڙني انقلابي ۽ اڳتي وڌندڙ نئين سماج جوڙيندڙ عوام جي مفادن لاءِ هجي.
اڄ انسانذات هڪ اهڙي موڙ تي بيٺي آهي. جتان يا ته پاڻ کي پارس بنائي ڪدي يا فنا ٿي وڃي. هر باشعور انسان تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو ته هو اهڙين حالتن ۾ عوام جي رهنمائي ڪري ۽ هنن کي صحيح دڳ لائي. وقت جي رفتار سان اڳتي وڌي، ڇو جو جيڪو ماڻهو وقت جو اثر قبول نه ٿو ڪري، اهو اوس فنا ٿيڻو آهي. ڪيسين هوائن ۽ مافوق الفطرت طاقتن جي آڌار تي پاڻ کي حقيقتن کان جدا رکي جيئندو رهندو.
حد آهي، جو اسان جي دوستن جي سوچ اڃان ته ايستائين پهتي آهي ته جڏهن عوام جي سوچ ۽ فڪر ۾ ڦيرو آيو ۽ حالتون اسان جي فائدي ۾ بدليون ته ان وقت اسان اها ڳالهه ڪنداسين، هن وقت اها ڳالهه ڪرڻ بي وقوفي آهي. اسان جو عوام دقيانوسي ۽ خيال پرستي جي عالم ۾ گم آهي ۽ هو ڪابه چالونظام خلاف ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي. اها ڪيڏي نه حقيقتن کان منهن موڙ ڇڏبي. جيڪڏهن اوهان ڪنهن ڳالهه کي سچ سمجهو ۽ اهو به ڏسو ٿا ته باطل قوتون پنهنجي ارهه زورائي سان حق ۽ سچ تي وار ڪري رهيون آهن. عوام وٽ جوش ۽ طاقت ته آهي، پر هوش

ناهي. اها خبر ناهي ته وار ڪنهن تي ڪجي، ڪيئن ۽ ڪڏهن ڪجي، طاقت ڪٿي ۽ ڪيئن استعمال ڪجي؟ اوهان سوچ ۽ سمجهه هوندي به ماٺ ۾ رهيا، عوام کي ڪنهن دڳ نه لاتو، ٿوري قرباني ۽ تڪليف کان ڊڄي صبر ڪري ماٺ ڪئي ته تاريخ اوهان جهڙن بزدل انسانن کي ڪڏهن به نه بخشيندي. چو جو حالتن کي ملائڪ ڪونه تبديل ڪندا آهن، پر اوهان جهڙا ماڻهو ئي مغرور جو ڪنڌ مروڙي سگهن ٿا ۽ جابر جي منهن تي ڀرپور چماٽ وهائي سگهن ٿا. جي سچ پچ اوهان ڪائنر آهيو ته مهرباني ڪري عوام کي گمراهه نه ڪيو. عوام منجهه مايوسي پيدا نه ڪيو. بنگلن ۽ فليٽن ۾ ويهي پاڻ کي پورهيتن جا وارث سڏائي عوام جي جذبن کي مجروح نه ڪيو.

ان لاءِ اوهان پنهنجي قومي شاعر شاهه لطيف جي قول ۽ فعل مان سبق پرايو. جنهن پنهنجي دور ۾ ان وقت جي مروج نظام خلاف بغاوت ڪري اڳتي نڪري ”حق موجود“ جو نعرو هنيو. هو پنهنجي دور جو وڏو انقلابي هيو. ان وقت جي حالتن، ان وقت جي معاشي ۽ اقتصادي ڍانچي، سوچ ۽ فڪر جو معيار تمام پوئتي پيل هو. لطيف جو فڪر، ان وقت سان گڏ اڄ به اسان جي ضرورت آهي. پر اڄ سانچا مختلف آهن، طور طريقا بدلجي چڪا آهن. جي اڄ لطيف هجي ها ته يقينن هن جي اڄ جي شاعري اڳئين کان مختلف هجي ها. جي ساڳيو ڪالهه وارو معيار قائم رکي ها، ساڳي سوچ ۽ فڪر جي تبليغ ڪري ها ته ٿي سگهيو پئي ته ترقي پسندن جي صف ۾ شمار ٿي نه سگهي ها.

اسان ارتقا ۾ ايمان رکندڙ آهيون، اسان پوئتي موٽڻ نه ٿا گهرون، اسان جا قدم اڳتي ئي وڌندا. ماضي مان جيڪي چڱيون ڳالهيون ملن ٿيون، انهن کي پاڻ سان گڏ کڻي حال جي سانچي ۾ ڍالي، چنڊي ڦوڪي تبديلي آڻي، اڄ جي فڪري پيداوار سان گڏ کڻي اڳتي وڌون ٿا. اسان ماضيءَ جا پوڄاري ناهيون. اسان مستقبل ۾ وڏيڪ چڱي اميد رکون ٿا. اسان پنهنجي مستقبل کي روشن سمجهون ٿا. اسان کي هينئر گهرجي ته ماضي تي ناقدانه نظر وجهي ان وقت جي داخلي ۽ خارجي حالتن جو جائزو وٺي پاڻ ۾ تبديليون آڻيون.

اسان 5 هزار سال پراڻي ڪرپي ۽ ڦيٿي کي پاڪر پائي، اها هام هڻڻ نه ٿا گهرون ته اسان ڪالهه هيڏي ڪيپ کٽي هئي. سوال ٿو اٿي ته اڄ اسان ڇا ڪيو آهي؟ اها ته ڪالهه جي ترقي هئي، اڄ جو دنيا هيڏي عروج تي پهتي آهي، ڇا اها رجعت پسندي نه چئبي، جو اڃا اسان ماضيءَ کي پيا پوڄيون ۽ ان جا قصيدا ڳايون. ان کي پاڪر وجهيون ويٺا هجون ۽ صرف ماضيءَ تي ئي فخر ڪيون ۽ حال ۾ اڳتي وڌڻ کان نابري واري ويهون. اهائي رجعت پرستي آهي، جو وقت جو ساٿ ڏئي نه ٿو هلجي. ٿيڻ ته ائين کپي ته اسان ”سچ سان گڏ اٿئون ۽ واءَ سان گڏ هلون.“

(ڇپيل روزاني سنڌ سجاڳ ڪراچي، 25 اپريل 1992ع)

★★★

## آ ٺم ٺم ٺم ٺم لاٽ اجان!

اڄ پهرئين مئي آهي. ان جي عظمت اها ئي آهي جو هي ڏينهن ڪنهن هڪ قوم، هڪ ملڪ، هڪ مذهب، هڪ گروهه يا طبقي جي بدران عالمي حيثيت رکندڙ آهي ۽ هي واحد ڏينهن آهي، جيڪو سڄي دنيا ۾ رنگ، نسل يا ڪنهن ٻئي متڀيد کان سواءِ سڀئي ڪارا ڳوڙي گورا ماڻهو ان کي ملهائن ٿا. يعني دنيا ۾ ڪوبه اهڙو يادگار ڏينهن ناهي جو سڄي دنيا ۾ ان کي هڪ ئي وقت تي ملهايو وڃي. اهائي هن ڏينهن، هن تاريخ ۽ هن گهڙيءَ جي سڃاڻپ آهي.

اسان هن ڌرتي جا وارث، هن ڏينهن جي ياد تازي ڪرڻ واري موقعي تي عهد ڪيون ۽ پختو عزم ڪريون ته جنهن حق لاءِ شڪاگو جا پورهيت وڙهيا هئا ۽ جنهن آزادي جا هو تمنائي هئا، اسان به ان ئي آزاديءَ ۽ خوشحاليءَ جا چاهيندڙ آهيون. اسان به انهن جي هڪ ڪڙي آهيون ۽ اسان جي نرڙ تي به هنن جي رت سان فتح جا نشان چٽيل آهن. اسان جي هٿن ۾ ساڳيا جهنڊا آهن ۽ اسان جي چپن مان ساڳيا نعرا نڪري رهيا آهن:

"پورهيت عوام – زندهه باد"

"سرمائيداري – مرده باد"

اسان کي پختو يقين آهي ته، جيستائين دنيا جي تختي تي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ، ظلم ۽ جبر موجود رهندو، اوستائين شڪاگو جا شهيد ور ور ڏئي واپس ايندا. پوءِ هو ڪڏهن روس جي سرخ زمين تي جنم وٺندا ته ڪڏهن چين ۽ ويٽنام جي کيتن مان سون ورنا سنگ بنجي ايرندا ته ڪڏهن سنڌ جي سرزمين تي حيدر جو روپ وٺي سرمائيدارن جون پاڙون پٽيندا.

اڄ کان 106 سال اڳ 1886ع ۾ آمريڪا جي مزدورن پنهنجي حقن وٺڻ لاءِ سرمائيدارن سان جيڪي فيصلي ڪن لڙائي لڙي هئي. سا اڄ به مسلسل جاري آهي ۽ ان لڙائي، مزدورن جي ان جدوجهد اڄ ڪيترين ئي فتحون حاصل ڪيون آهن. اڄ دنيا جي وڏي حصي جا مالڪ پورهيت آهن. اڄ به ڳاڙها جهنڊا ڦڙڪي رهيا آهن ۽ مزدورن جي هٿن ۾ مشعلون روشن ٿيل آهن، هو پنهنجي منزل ڏانهن تيزيءَ سان وڌي رهيا آهن. اڄ هر پورهيت جي زبان مان هي لفظ نڪري رهيا آهن.

"ڪيئن توکي ڪاري ٻاٽ ميان، ٿي چٽنگ ڪري چمڪاٽ اجان.

آٺم ٺم ٺم لاٽ اجان، جا جوڳي ڪالهه جلائي ويا!"

اڄ به ڪيترن ملڪن جا مزدور ۽ پورهيت عوام هن دنيا جي تختي تي عزت ۽ آزاديءَ سان رهڻ لاءِ ڪٺن جدوجهد ۾ مصروف آهن. اڄ به 106 سال اڳ وارو وقت پڪاري رهيو آهي

ته:

”دنيا جا مزدورو! بهادريءَ سان اڳتي وڌو، لڙائي شروع ٿي چڪي آهي.“

”پورهيت هڪ ٿي وڃو، ظالم ۽ مظلوم جي جنگ شروع ٿي چڪي آهي.“

هيءُ، اهو ڏينهن هو، جنهن ڏينهن پيٽ بکايل، ڪپڙن ڦاٽل مزدورن، ڦورو سرمائيدارن جي منهن تي ڀرپور چماٽ هڻندي، سندن مڙني قانونن ۽ ضابطن کي ٺڏيندي، ڪارخانن مان ٻاهر نڪري، رستن تي اچي، هٿن ۾ پانا ۽ هٿوڙا کڻي اعلان ڪيو هو ته:

”هاڻ مزدور، سرمائيدار جو وڌيڪ ظلم ۽ ستم نه سهندا هاڻ هنن کي گهڻو وقت ڏاڍ جي زنجيرن ۾ قيد ڪري نٿو سگهجي. هاڻ هو ڪارخانن ۾ سورنهن ڪلاڪن بدران اٺ ڪلاڪ ڪم ڪندا.“

مزدور اڄ پنهنجن حقن لاءِ هرڳري ڪان ڳرو قدم کڻڻ لاءِ تيار هئا. شڪاگو، آمريڪا جو هڪ صنعتي شهر، جنهن ۾ لاتعداد ڪارخانا آهن، جتان جي ريلوي اسٽيشن تي ڪيترن ئي هنڌن جون گاڏيون اچي بيهنديون آهن ۽ مال سان لڏيل جهاز لنگر هڻندا آهن. اتي جي ڪارخانن جي فلڪ بوس عمارتن ۾ ڪيئي انگ اگهاڙا ۽ پيٽ بکيا مزدور ڪم ڪندا هئا. جيڪي تارن ۾ گهران نڪرندا هئا ته تارن ۾ 16 ڪلاڪن جي هڏ هڻان بعد واپس گهر ايندا هئا. ڪين زندگي جي ڪابه بنيادي سهوليت يا حق ميسر نه هو. ٻيو ته ڇڏيو پر سڄي ڏينهن جي ڳهڻ بعد جانورن وانگر ٻه ويلا سک جي ماني به ڪائي نه سگهندا هئا. اهي ئي حالتون هيون، جو ڦهرين مئي 1886ع تي شڪاگو جا مزدور ڪارخانن ۾ وڃڻ بجاءِ رستن ۽ روڊن تي نڪري آيا هئا. هنن جو وڏو جلوس جهازن جا لنگر کڻڻ بدران، مال گاڏين مان مال لاهڻ ۽ چاڙهڻ بدران هٿن ۾ امن جا اڇا جهنڊا کڻي، شهر جي شاهي رستن جا احتجاجي گشت ڪرڻ لڳو. پنهنجن مطالبن مڃرائڻ لاءِ پر امن نموني آواز بلند ڪرڻ لڳو. پوري شڪاگو جا رستا ڪارن ڪوجهن پر مضبوط جسم وارن مزدورن سان ڀريل نظر اچي رهيا هئا.

هي انساني سيلاب ۽ پورهيتن جو طوفان 8 ڪلاڪ ڪم ڪرڻ واري مطالبي مڃرائڻ ۽ پنهنجن ٻين بنيادي حقن وٺڻ لاءِ اڳتي وڌي رهيو هو. ان جو اڳتي وڌڻ، ان جو ڪامياب وڃڻ حاڪم قوتن ۽ انهن سرمائيدارن لاءِ موت جو سگنل هيو. جابر قوتن هن انساني سيلاب کي روڪڻ، هن آواز کي ٻي درديءَ سان ڪچلڻ لاءِ فيڊرل حڪومت جي فوج ۽ پوليس گهرائي ۽ هنن هٿين خالي پورهيتن جي مٿان وحشي فوج ۽ پوليس وارا بگهڙن جيان ڪڙڪي پيا. پورهيتن جي اگهاڙن پٺن تي گولين ۽ لٺين جي برسات وسڻ شروع ٿي. هنن ٻي سمجهه قوتن هن انساني سيلاب کي روڪڻ لاءِ بس اهوئي ڪجهه ڪافي سمجهيو ۽ هوائن سمجهي رهيا هئا ته اسان هاڻ هڪ هڪاٽي ڪري رهيا آهيون. پر ڇا رائفل جي گولي سڀ ڪجهه هوندي آهي. ڇا پوليس ۽ فوج هن تحريڪ جو خاتمو آڻي پئي سگهي، بلڪل نه – اهو ته حاڪم قوتن پنهنجي بزدليءَ جو مظاهرو ڪيو.

هو شڪاگو جي رستن کي پورهيتن جي رت سان سرخ ته بنائي سگهيا. هو نالين ۾ ٻاٽي بدران ريٽو رت ته وهائي سگهيا پر هو هميشه هميشه لاءِ پورهيتن ۽ سندن عالمي آواز کي ختم نه ڪري سگهيا. ورندو سندن زوال جو وقت ويجهو آيو.

پهرئين مئي تي انساني خون، اهو خون جيڪو پوري دنيا جي تشڪيل ڪندڙ آهي. اهو خون جنهن تي اسان جي وجود جي بنياد آهي. اهو خون جنهن تي سُڪل سلا ساوا ٿيندا آهن، درياهه جي صورت ۾ وهڻ لڳو. جنهن ۾ پورهيتن جا سفيد جهنڊا رنگجي ڳاڙها ٿي ويا. پورهيتن جو حوصلو وڌندو رهيو. هنن شڪست ته ڪانه کاڌي، ورندو سيئين جا حوصلا پست ڪري ڇڏيا، سرمائيدارن جا حواس اُڏي ويا. هو ڇرين وانگر وڦلڻ لڳا. سندن جسمن ۾ ڪنبڻي پيدا ٿي وئي. ڇو جو هنن جي گولين ته ڪو فيصلو ڪو نه ڪيو، اُلٽو ڪارخانن جي بلند ترين عمارتن جي چوٽين تي ڳاڙها جهنڊا ڦڙڪڻ لڳا.

2، مئي تي وري به مزدور احتجاجي جلوس جي شڪل ۾ رستن تي نڪري آيا. هنن جي هٿن ۾ پنهنجي ئي رت ۾ رنگيل ڳاڙها جهنڊا هئا. هو اڳتي وڌي رهيا هئا. هنن جو هڪ هڪ قدم سرمائيدارن جي سيني تي مُڱ ڏرڻ برابر هيو. فوجون وري به آيون. لٺيون ۽ رائفلون هوا ۾ اڀيون ٿيون، خون وهيو، ماتم ٿيو، هر اک مان ڳوڙهو ٽپڪيو. ظالم ۽ جابر پنهنجي ظاهري ۽ وقتي سوڀ تي مشڪيا. پورهيتن جي وهيل رت کي فوجي لانگ بوٽن لتاڙيو، ملٽري جي گاڏين جا ڦيٿا ريٽا ٿيا. پو ته رت جي ڦڙنگين، ڪارخانن جي سفيد پٽين کي به لعل بڻائي ڇڏيو.

ڪيئي مزدور ليڊر جيلن جي جاڏين پٽين پويان قيد ٿي ويا. ڪيترن کي ڦاهين تي لٽڪايو ويو. ڦاسي تي لٽڪندڙ هڪ مزدور اينجل وڏي واڪي چيو:

”توهان اسان کي ماري ته سگهو ٿا،

پر اسان جي تحريڪ کي ماري نه ٿا سگهو!“

ها واقعي سچ چيو هئائين، اڄ به اها تحريڪ زندهه آهي ۽ ڦاسي گهاٽن تي ڦٿڪندڙ مزدور اڄ به انساني دلين تي حڪمراني ڪري رهيا آهن. اڄ به هنن جو آواز ڪارخانن جي مشينن جي آواز ۾ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. جتي جتي به مزدور تحريڪ هلائن ٿا يا پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪن ٿا ته اڄ هو 106 سال اڳ وارو اهو قول دهرائن ٿا ته:

”حاڪمو! غريب انسانن جو آواز بلند ٿيڻ

ڏيو، نه ته انهن جون تلوارون بلند ٿينديون.“

پهرئين مئي کان جنهن جدوجهد جو آغاز ٿيو يا پنهنجن حقن جي حاصلات لاءِ جيڪا جنگ شروع ٿي، تنهن تقريبن هڪ صدي اندر وڏيون فتحون حاصل ڪيون آهن. اڄ دنيا جي وڏي آبادي امن ۽ سڪون سان زندگي گذاري رهي آهي. اڄ جيڪي به قومون پٺتي پيل آهن ۽ جتي به ڏاڍ ۽ ڌڪاءُ جو وجود آهي، اتي ڏاڍي ۽ هيٺي جي جنگ شروع آهي. هاڻي ان جنگ ۾ جيڪي به ماڻهو پورهيتن جي پاسي ٿيندا، سي عوام دوستن جي صف ۾ شمار ٿيندا.

اسان کي اڄوڪي ڏينهن تي اهو عهد ڪرڻ گهرجي ته جيڪا به ڳالهه عوام جي مفادن کي نقصان رسائيندي، اسان ان جا دشمن هونداسين. جيڪو قدم پورهيتن جي خوشحالي ۽ ڀلائي لاءِ کڄندو، اسان ان جي ڀرپور مدد ۽ حمايت ڪنداسين. اڄ اسان جو وطن – سنڌ چوڌاري خطرن ۾ وڪوڙيل آهي، اندر ۽ ٻاهر ڪيئي دشمن آهن. اسان کي خبرداريءَ سان هر قدم کڻڻ گهرجي ۽ اسان لاءِ ڀلو ان ۾ ٿيندو ته اسان وطن جي پورهيتن سان گڏ هلون، سندن قيادت قبول ڪيون. پنهنجن صفن مان پورهيت دشمن قوتن کي نيڪالي ڏيون. اسان جي قومي تحريڪ جو هر اول

دستو مزدور ۽ هاري هجڻ گهرجن. جي اسان ائين ڪيوسين ته ڪا به جابر قوت اسان جي مقصدن کي ڇيهو رسائي نه سگهندي ۽ اسان جلد ئي فتح ماڻينداسين. پر جي اسان جو قدم پورهيتن کان پاسيرو هوندو ته اهو اسان جي قوم لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندو. شل! اسانجو هر قدم مادر وطن جي آزاديءَ ۽ هتان جي عوام جي خوشحاليءَ لاءِ ئي کڻي.

(ڇپيل، روزاني سنڌ سجاڳ ڪراچي، 1 مئي 1992ع)

# اچو ته پنهنجي ڌرتيءَ کي بچايون

ريوڊي جيزو ۾ ماحولياتي آلودگيءَ جي خاتمي لاءِ ڪوٺايل سربراهه ڪانفرنس ڪانپوءِ اهو معاملو انتهائي اهميت اختيار ڪري ويو آهي. دنيا جا ملڪ جيڪي پهريان صرف هڪ ٻئي جي تباهيءَ جو سامان تيار ڪرڻ واري خفقان ۾ غلطان هيا. هاڻ سڄي دنيا جي تباهيءَ لاءِ اڀرندڙ هن آفت کي منهن ڏيڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ سوچ ويچار ڪرڻ جي حد تائين اڳتي آيا آهن. ڇا ڪاڻ ته ان نئين آپدا کي منهن ڏيڻ ۽ ان جي تڪڙي اوسر آڏو بند ٻڌڻ تي ترقي يافته ۽ ترقي پذير ملڪن ۾ اهڙائي اختلاف موجود آهن، جهڙا سندن اميري ۽ غريبي بابت تصور تي هلندڙ آهن.

دنيا جنهن تيز رفتاريءَ سان ترقيءَ جون منزلون طئه ڪري رهي آهي، اهڙيءَ ئي تيزي سان پنهنجي تباهيءَ ۽ بربادي لاءِ پڻ سامان گڏ ڪرڻ ۾ رُڌل آهي. عالمي پئماني تي قدرتي وسيلا جن ۾ ٻيلا، حيوانيات، صاف پاڻي ۽ صاف هوا وغيره شامل آهن، سي تيزي سان برباد ٿي رهيا آهن. هٿيارن جي ڊوڙ ۽ انهن جي استعمال ۽ ترقي يافته ملڪن طرفان ائٽمي ڌماڪا ڪرڻ سبب تابڪاريءَ جي اثرن سڄي دنيا جي فضا کي زهريلو بڻائي ڇڏيو آهي. اسان اڳ تمام گهٽ وسيلن ۽ سهولتن هوندي به صاف هوا ۽ شفاف پاڻيءَ جهڙي قدرتي تحفي کان ته محروم نه هئاسين. هاڻ اعليٰ کان اعليٰ درجي جي سهوليتن ۽ سائنس جي برق رفتار ترقيءَ هوندي به گندي پاڻيءَ جي استعمال ۽ زهريلي آبهوا واپرائڻ سبب نت نين ۽ هيبت ناڪ وبائن جو شڪار آهيون. هٿيار پنهوار ۽ زندگي جي ٻين ضرورتن لاءِ سامان تيار ڪندڙ ڪارخانا ڏينهن رات ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ اوڳاڇي آبهوا کي گندو ڪري رهيا آهن. ٻيو ته ڇڏيو پر ترقي يافته ملڪن جي ڪارخانن جو خارج ٿيندڙ سلفر ڊاءِ آڪسائيڊ ماحول کي تيزي سان بگاڙي رهيو آهي. لکين ٽنن جي حساب سان روزانو ڪارخانن مان فاضل زهريلو مواد سمنڊ ۾ اڇليو وڃي ٿو. جنهن ڪري هڪ طرف ته سامونڊي جيوت، جنهن ۾ مڇي ۽ ٻي سامونڊي مخلوق تيزي سان پنهنجو وجود وڃائي رهي آهي ته ٻئي طرف سمنڊ جو پاڻي آلودگي جو شڪار ٿي رهيو آهي. سمنڊ جو پاڻي ته ڇڏيو پر اسان جي هنن پرڪارن سبب درياهن، ندين سميت پاڻي جا زير زمين ذريعا پڻ آلودگي جو شڪار ٿي رهيا آهن. ڪارخانن جو بچيل زهريلو مواد، شهرن جو گندو پاڻي وغيره درياهن ۾ وهايو پيو وڃي. جنهن ڪري هاڻي پاڻي جو اهو ذريعو به زهريلن اثرن

ڪان محفوظ رهي نه سگهيو آهي.

اسان جي ملڪ پاڪستان ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ ته ماحولياتي آلودگيءَ ۾ جيئن پوءِ تيئن اضافو ٿي رهيو آهي. سامونڊي جيوت، سنڌونديءَ جو پاڻي، ٻيلا، ڍنڍون، پکي پکڻ، جهنگلي جانور ان آلودگيءَ جو شڪار ٿي اسان کي تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ ڏانهن ڌڪي رهيا آهن. حڪمرانن کي ته ان ڳالهه جو فڪر ناهي، پر اسان به ان معاملي ۾ پنهنجي جوابداري کان غافل رهيا آهيون. اٽلندو حڪمران ان سڄي تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ واري باهه کي تيز ڪرڻ لاءِ ان کي ٻارڻ مهيا ڪري رهيا آهن. سنڌ ۾ هٿ وٺي مختلف بهانن سان ٻيلن کي تباهه ڪيو پيو وڃي. ڪڏهن ڌاڙيلن جي آڙ ۾ ٻيلن کي باهيون ڏنيون وڃن ٿيون ته ڪڏهن وري ڏوڪڙن جي لالچ ۽ هوس ۾ حڪمران ٽولا ۽ ڪامورا شاهي ٻيلن ۾ وڍ وجهي رهيا آهن. هر سال وڻڪاريءَ واري مهم جي اعلانن باوجود نوان وڻ پوکڻ ته ٺهيو پر اٽلندو ندين، نالن، واهن، شاخن ۽ رستن جي ڪنارن تي بيٺل وڻن کي ناس ڪيو وڃي ٿو. جنهن ڪري سنڌ تيزيءَ سان ان قدرتي نعمتن کان محروم ٿي رهي آهي. ٻيلن جي تباهه ۽ برباد ٿيڻ سبب هڪ طرف برسات نه پئي پوي، ته ٻئي طرف سنڌ جي زرخيز زمين سم ۽ ڪلر جو ڪاڄ ٿي تباهه ٿي رهي آهي. ڪيئي سرسبز پٽ بيابان ۾ تبديل ٿي رهيا آهن. جنهن ڪري لکين ماڻهو گذرسفر جي وسيلن کان محروم ٿي رهيا آهن. ٻيلن جي تباهيءَ سبب جهنگلي جيوت جو به خاتمو اچي رهيو آهي. ڪيترائي جانور، چوپايو مال، پکي ۽ جيت جڻيا سنڌ جي ڌرتيءَ تان گم ٿي چڪا آهن. هڪ طرف ٻيلن جي غير فطري موت سبب جانورن ۽ پکين جي آزاد اوسر رڪجي وئي آهي ته ٻئي طرف ڏيهه ۽ پرڏيهه جي شڪارين کي شڪار جي کليل اجازت يا ساهوارن کي قتل ڪرڻ جي پرمٽ ملڻ ڪري ڪيئي ناياب نسل جا جانور ۽ پکي زندگين تان هٿ ڌوئي رهيا آهن.

سنڌ ۾ درياهي پاڻي جي هيٺراڙو کوٽ پيدا ڪري سامونڊي کاري پاڻي کي مٺيون زمينون ڳڙڪائڻ جو پروانو ڏنو ويو آهي. درياهه ۾ پاڻي نه هجڻ ڪري سمنڊ جو پاڻي مٿي چڙهي رهيو آهي. جنهن ڪري زرخيز زمينون تباهه ٿي رهيون آهن. ان سان گڏ سنڌ جي سامونڊي ڪنارن جي پروارن علائقن ۾ هزارين چورس ميلن جي اندر مٺي پاڻي جا زيرزمين ذخيرا ڪڙا ۽ ڪسارا بڻجي رهيا آهن. جيڪڏهن حڪمرانن طرفان سنڌو درياهه جي پاڻي کي هڙپ ڪرڻ واري اها روش هلندي رهي ته هڪ طرف پاڻي جي کوٽ سبب ٻيلا تباهه ٿي ويندا ته ٻئي طرف سامونڊي پاڻي مٿي چڙهي لکين انسانن جي حياتي وارن ذريعن کي هميشه لاءِ ناس ڪري ڇڏيندو. جيڪا ڳالهه انساني تاريخ جو هڪ وڏو الميو هوندي.

اسان جي ٻيلن سان گڏوگڏ پاڻيءَ جي کوٽ سبب ڍنڍون پڻ سڪي ٺوٺ ٿي رهيون آهن. جنهن ڪري سنڌ جو قدرتي حسن مرجهائجي رهيو آهي. منڇر ۽ ڪينجهر سميت ٻين ڍنڍن کي تازي پاڻي فراهم نه ٿيڻ ڪري ڍنڍن جي پاڻي تي پلجندڙ مڇي موت جو شڪار ٿي رهي آهي. سائبيريا سميت اتراولهه جي ٻين ملڪن کان ايندڙ رنگ برنگي پکين جي ولرن جي آمد بند ٿي رهي آهي. پاڻي خشڪ ٿيڻ ڪري بهه، پٻڻ، لوڙهه سميت پاڻي ۾ ٿيندڙ ٻيون سبزيون ۽ ميووا موڪلائيندا پيا وڃن.

سنڌ جي قدرتي حسن سان ان هاڃي جا ذميوار جتي حڪمران آهن، اتي اسان به ان ڏوهه

ڪان پلئه آجا ڪرائي نه ٿا سگهون. جيڪڏهن حڪمران ٻيلن ۾ وڌ وجهي رهيا آهن ته اسان وري رستن، شاخن ۽ واهن جي ڪنارن سميت ٻنين ٻارن تي بيٺل وڻن جو قتلام ڪري رهيا آهيون. ان ڪري گهٽ ۾ گهٽ سنڌ ڌرتي سان محبت ڪندڙن ۽ ان جي قدرتي سونهن ۽ سوڀيا سان عشق ڪندڙن ڪي ”اچو ته پنهنجي ڌرتي بچايون“ وارو نينهن جو نعرو بلند ڪري ميدان ۾ ڪڏي ڪاهي پوڻ گهرجي ۽ هتان جي هر جاندار، اهو وڻ هجي يا ٻوٽو، جانور هجي يا پکي پکڻ، ان کي بچائڻ لاءِ جنگ جوٽڻ گهرجي. هتان جي وسيلن جي بي حساب لٽ مار ۽ زيان کي روڪڻ لاءِ احتجاج ڪرڻ گهرجي. سنڌو جي پاٽيءَ سميت ان جي ڪنارن وارن ٻيلن ۽ ان ۾ رهندڙ جانورن، پکين پکڻن جي جياپي واري جنگ ۾ ثابت قدميءَ سان جدوجهد ڪرڻ گهرجي. چاڪاڻ ته جيڪڏهن اسان تيزيءَ سان وڌندڙ ماحولياتي آلودگيءَ کي منهن نه ڏنو ته پوءِ نه صرف اسان قدرت جي حسين ۽ بي بها نعمتن کان محروم ٿي ويندا سين، پر پاڻ به گُهٽجي گُهٽجي موت جي منهن ۾ هليا ويندا سين.

(چيپل، روزاني سنڌ سجاڳ ڪراچي، 9 آگسٽ 1992ع )

★★★

# اڇو ته پنهنجو ڪارو مُنهن ڪريون

هندستان ۾ انتها پسند جنوني هندن هٿان تاريخي بابري مسجد جي شهادت ڪانپوءِ ملڪ سميت خاص ڪري سنڌ ۾ گذريل ڀن ٽن ڏينهن کان جنهن وحشيت ۽ بربريت جو مظاهرو ڪيو ويو آهي. تنهن نه صرف سنڌي هندن کي پنهنجيءَ ڌرتي تي ويڳاڻو ۽ بي يارو مددگار ڪري ڇڏيو آهي، پر ان سان گڏ سنڌين جي قومي وجود کي به انتهائي ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي. سنڌ ۾ اڄ پيهر 1947ع جهڙي صورتحال پيدا ٿي چڪي آهي. شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ کي نفرت جون چڀيون ساڙي ڀسم ڪري رهيون آهن. سنڌ جي چپي چپي تي ڀڙڪندڙ باهه هتان جي تاريخي روايتن کي ساڙي ناس ڪري رهي آهي. شاهه لطيف، سچل ۽ ساميءَ جا وارث، سندن روايتن جا امين، محبت، رواداري، پائيپي وارن قدرن کي سرعام ننگو ڪري، انهن مٿان دانگي ملي رهيا آهن. شاهه ۽ سچل جي روضي کي امازيون ڏئي ساڙيو پيو وڃي، سامي جي روح کي رهنڀون ڏنيون پيون وڃن، شهيد ڀڳت ڪنور رام کي پيهر گهايو پيو وڃي. چاڪاڻ ته اڄ جو نئون نسل، جيڪو پاڻ کي ترقي پسند، قومپرست ۽ سيڪيولر سوچ جو ڪوٺائي رهيو آهي، تنهن تي انهن مڙني نظرين جو ايڏو ته نشو چڙهي ويو آهي، جو هو هاڻ ديوانگي جي حد کان به ٿپي اهو سڀ ڪجهه ڪري رهيا آهن، جيڪو هوند ڪرڻ کان اڳ ڪين ٻڏي مرڻ گهرجي.

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مندرن کي ساڙي، هندو ڌرم جي پاڪ ڪتابن جي جيڪا بيحرمتي ڪئي وئي آهي. گهرن ۾ گهڙي عورتن ۽ ٻارن سان جيڪا بدتميزي ڪئي وئي آهي. ڪروڙين رپين جي ملڪيتن کي جيڪو نقصان رسايو ويو آهي. ان جا ذميوار ڪي ٻاهريان ماڻهو ۽ حڪومتي ادارا نه پر اسان پاڻ آهيون. اهو ڪارو منهن ان قوم جي لچن، لوفرن، بدمعاشن، رهزنن ۽ بي غيرت ماڻهن ڪيو آهي، جيڪي سچو ڏينهن قوم قوم، ديس ديس جا نعرا هڻندي نه ٿڪبا آهن. اهي سڀ ڪم انهن انساني مهانڊن وارا نقاب پهريل بگهڙن ڪيا آهن، جيڪي پاڻ کي سيڪيولر يا صوفي سوچ جا چوندي نه ٿڪبا آهن، جيڪي پاڻ کي موهن جي دڙي، اروڙ، ٺٽي، ٿلٽي، سيوهڻ ۽ ساڌ ٻيلي جا وارث سڏائيندا آهن، جيڪي پاڻ کي سهيرس راءِ، دودي، هوشو، هيمون، بختاور، شيخ اياز ۽ نارائڻ شيام جا وارث سڏائيندا آهن.

سنڌ ۾ هندن جي جان، مال، عزت ۽ مذهبي عبادت گهرن جي تباهيءَ جا ذميوار اهي آهن، جيڪي سالن کان سندن حفاظت جي هام هڻندا آيا آهن ۽ جيڪي هاڻ به ٿلهن مذمتي بيانن ۽ ڏکويلن سان همدردي جو اظهار ڪندڙن طور پنهنجن نالن جي نمائش ڪري رهيا آهن. پهرين نمبر جا

ڊاڙي، ٻڌاڪي ۽ بزدل ماڻهو هٿن سان سنڌ جي عزت کي نيلام ڪري، هاڻ پيپڪيدار بيانن، تقريرن ۽ تحريرن سان الزام ٻين مٿان هڻي، پنهنجا پلئه آجا ڪندا. واڳون وارا ڳوڙها ڳاڙي، سڀ ڪجهه ڳڙڪائي ڇڏيندا. ڇا سنڌ جا ماڻهو ۽ انهن جون ولرن جيترين پارٽيون، تنظيمون ۽ ٽولا سنڌ جي هندن کي سڪرنڊ، قمبر، وارهه، شهدادپور، جيڪب آباد، سکر، روهڙي ۾ تحفظ ڏئي نه پيا سگهن. ڇا سنڌن ڇاڙي باز ڪارڪن، ٽڪ سان سوپاريون پڃندڙ ابوجهاد، ڇي گويرا، رهبر، سرواڻ، بهادر، بانڪا، انڌاريون ۽ طوفان سڏائيندڙ ليڊر مندرن ۽ مڙهين کي بچائي نه پئي سگهيا. ڇا سنڌ جي ننڍڙن ننڍڙن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ مندرن ۽ هندن جي ملڪيت کي ايران، افغانستان، جاوا ۽ رومانيا مان آيل ماڻهن جلايو ۽ ڦريو لٽيو؟ ڇا ان سڄي داداگيريءَ ۽ دهشت تي اسان سنڌي مسلمانن جون اکيون بند نه رهيون؟ ڇا اسان هٿ وٺي ان ڪڌي ڪم کي ٻارڻ مهيا نه ڪيو؟ ڇاڪاڻ ته ڏوهه ڪندڙ ۽ ان کي نظرانداز ڪندڙ ٻئي هڪ جيترا ڏوهاري آهن. جيڪڏهن سنڌ جي وڏن شهرن ۾ نسل پرست دهشتگردن سنڌي هندن جي رت ۾ هٿ رڱيا آهن ته ڳوٺن ۽ وسندين ۾ اسان مندر ساڙي پنهنجو ڪارو منهن ڪيو آهي.

پڙڪي پڙڪي ٻاهه، مچ ٻري ۽ مُرڪي سنڌ

هڪ طرف ٻاهه جا پيڙ پڙڪي رهيا آهن ته ٻئي طرف سنڌ واسي پنهنجي سورهيائي تي مُرڪي رهيا آهن. مندرن ۾ مچ پيا ٻرن ۽ اسان ڏند ڪڍي ٽهڪ ڏئي رهيا آهيون. ڇا بابري مسجد سنڌ ۾ رهندڙ هندن ڊاٺي آهي، ڇا بابري مسجد جي آڙ ۾ هتي سوين مندر ساڙي تباهه ڪرڻ دانشمندي آهي. جن بابري مسجد جي آڙ ۾ مندرن تي حملا ڪيا آهن، سي صرف ايترو ٻڌائي سگهندا ته هنن پاڻ هتي، هن اسلامي ملڪ ۾ ڪيتريون مسجدون اجاڙيون آهن، فرقي پرستي جي آڙ ۾ ڪيتريون مسجدون شهيد ڪيون آهن. بابري مسجد جي واقعي تي واويلا ڪندڙ پنهنجي اندر ۾ ته جهاتي پائي ڏسن، ته هنن سنڌ ۾ ڪيترن مندرن تي قبضو ڪري، انهن ۾ پنهنجا گهر ٺاهيا آهن، ڪيترن مندرن جي بي حرمتي ڪئي پئي وڃي. جيڪڏهن 1947ع کانپوءِ صرف ئي صرف سنڌ ۾ مندرن تي قبضن، انهن کي ڊاهڻ يا ساڙڻ ۽ انهن جي بي حرمتي جا تفصيل گڏ ڪجن ته ڳالهه ٻڌري ٿي پوندي ته اسان ڪيڏا نه ڪميڻا ماڻهو آهيون.

بابري مسجد کي شهيد ڪندڙ ۽ هندستان ۾ اقليتن جي رت ۾ هٿ رنگيندڙ انتها پسند هندو اهڙي ئي لعنت ۽ ملامت جا حقدار آهن، جيترو هتي رهندڙ اهي ماڻهو جن مندرن کي ساڙيو آهي ۽ هندن جي جان، مال ۽ عزت تي حملا ڪيا آهن. سنڌ ۽ هند ۾ رهندڙ ساڃهه وند ڌرين ۽ طبقا گڏجي هن ٻاهه کي وسائين. ڀيهر محبت، پائپي، برادري، سهپ ۽ رواداريءَ واري ماحول کي پيدا ڪن. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ٻاهه کي هتي ئي نه روڪيو ويو ته پوءِ پوري ڏکڻ ايشيا مذهبي جنون، نفرت ۽ تعصب جي ٻاهه ۾ سڙي رک ٿي ويندي.

اسان سنڌواسين کي به هڪدم پنهنجو احتساب ڪرڻ گهرجي، انهن کان حساب وٺڻ گهرجي، جن نفرت جي اها ٻاهه ڀڙڪائي آهي، يا ان کي ڀڙڪائڻ لاءِ ٻارڻ مهيا ڪيو آهي. انهن سياسي، سماجي، ادبي ۽ ثقافتي تنظيمن جو به پڇاڻو ٿيڻ گهرجي. جن هن نازڪ موقعي تي هڙتال ۽ احتجاج جو سڏ ڏنو، ان ۾ شرڪت ڪئي يا انهيءَ احتجاج دوران هندن جي مندرن، گهرن ۽ ملڪيتن تي حملا ٿيندي ڏٺا، پر انهن کي روڪڻ لاءِ ڪو به ڪردار ادا نه ڪيو آهي. پيپلز

پارٽيءَ کان وٺي جيئي سنڌ جي مڙني گروپن تائين، سنڌ ڊيموڪريٽس گروپ کان وٺي، ڪامورن، ننڍين ملازمن، هارين ۽ مزدورن جي تنظيمن تائين سڀ ذريون، انهن جا ليڊر ۽ ڪارڪن هندن تي حملن جا ذميوار آهن. انهن مڙني ماڻهن کي هندن جي سڙيل مندرن ۽ گهرن جي رک سان پنهنجو منهن ڪارو ڪري سڄي دنيا کي ڏيکارڻ گهرجي، ته هن مهذب دور ۾ اسان هيءَ ڪميڻپ ڪئي آهي، پر پوءِ به ان ڪيل ڏوهه جو صحيح نموني ڪفارو ادا ٿي نه سگهندو.

(ڇپيل: روزانو جاڳو ڪراچي، 10 ڊسمبر 1992ع)

★★★

## تاريخ جي لاٿ

**سوال: تاريخ جي جديد نقطي نظر بابت ڪجهه ٻڌائيندا؟**

جواب: اسان جي ملڪ ۾ تاريخ کي صرف سياسي تبديلين جو نالو ڏنو ويو آهي. ان کي صرف بادشاهن، اميرن ۽ مذهبي رهنمائن جي ڪارنامن، سندن جنگين، قصن ۽ ڪهاڻين تائين محدود رکيو ويو آهي. جڏهن ته تاريخ جو اهو تصور صحيح نه آهي، تاريخ هڪ سائنس آهي، تاريخ ڪنهن قوم جي سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ ثقافتي اوسر جو نالو آهي.

تاريخ جي مادي نقطر نظر موجب، انسانذات جي سموري تاريخ، طبقاتي ويڙهه جي تاريخ رهي آهي. اها ويڙهه ڦريل ۽ ڦريندڙ، حاڪم ۽ محڪوم جي وچ ۾ هلندي رهندي رهي آهي. تاريخ جي جديد مادي قانون موجب سماجن ۾ اٿل پٿل يا نظرين ۽ خيالن ۾ اٿل پٿل سڄي مادي پيداوار جي تابع آهي. مادي پيداوار جي ترقيءَ سان ئي نظريا، سماج ۽ انهن جا طور طريقا ۽ قانون بدلبا رهندا آهن. ان ڪري تاريخ اصل ۾ سماجي ٽڪرائن جو لاڳيتو عمل آهي. ان طريقي سان تاريخ کي نه صرف صحيح نموني سمجهي سگهجي ٿو، پر ان جي روشنيءَ ۾ عوامي حقن لاءِ جدوجهد به ڪري سگهجي ٿي. اهو ئي تاريخ جو جديد نظريو آهي، جنهن تحت اسان کي تاريخ لکڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ گهرجي.

**سوال: سنڌ جي تاريخ تي هن وقت تائين جيڪو ڪم ٿيو آهي، ان بابت اوهان جو ڇا خيال آهي؟**

جواب: سنڌ جي تاريخ تي اڃا تائين ڪو ڪم ٿيو ئي ڪونهي. سنڌ ۾ هن وقت تائين جيڪي تاريخون لکيون ويون آهن. جهڙوڪ: چچ نامون، تحفته الڪرام، تاريخ معصومي، تاريخ شاهجهاني وغيره، اهي تاريخ جي اصل تصور جو پورائو نه ٿيون ڪن. اهي صرف تاريخ لکڻ لاءِ مددي مواد (Source Material)جو ڪم ڏئي سگهن ٿيون. ٻيو ته اهي تاريخون سنڌ کان ٻاهر جي ڌارين تاريخ نويسن جون لکيل آهن. جيڪي سنڌ جي سماج، ثقافت، ماڻهن جي احساسن ۽ جذبن کان اڻ ڄاڻ هيا، ٻيو ته اهي ليکڪ ٻاهرين حملي آورن جا ساٿاري هجڻ ڪري صحيح نموني ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ سان حقيقتون پيش نه ڪري سگهيا، پر پنهنجن سياسي مقصدن ۽ مرادن تحت حقيقتن کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪيو اٿن. ان ڪري، هنن جي لکيل تاريخ سنڌ جي عوام جي جذبن ۽ امنگن جي ترجماني نه ٿي ڪري سگهي. هنن سنڌ جي عوام ڏانهن لاپرواهي، دشمني ۽ بي حسي وارو رويو اختيار ڪيو آهي. ٻيو ته انهن تاريخدانن جون لکيل تاريخون رڳو حڪمرانن، مذهبي عالمن ۽ امير گهراڻي جي ڪوڙين سچين ڪارڪردگين ۽ ڪارنامن جو داستان آهن. انهن تاريخن ۾ پورهيت عوام يعني تاريخ جي خالق قوتن جو ڪوبه ذڪر ڪونه آهي. انهن تاريخن مان اسان کي ان دور جي سماج، ثقافت ۽ معاشيات بابت ڄاڻ ڪانه ٿي ملي.

**سوال: هي ته توهان ماضي جي ڪيل ڪم بابت ٻڌايو پر موجوده دور ۾ جيڪو سنڌ جي تاريخ تي ڪم ٿيو آهي، ان بابت اوهان جو ڇا خيال آهي؟**

جواب: ادا، موجوده دور ۾ اڃان سنڌ جي تاريخ لکڻ جو ڪم شروع ڪونه ٿيو آهي، پر اڃان هاڻ مس سنڌ جي تاريخ جي ٽڙيل پکڙيل ۽ تهن هيٺ آيل مواد کي هٿ هنڌ گڏ ڪيو ويو آهي. ڇو جو جيئن ته سنڌ تي مختلف دورن ۾ ڌارين حملا ڪري، هتان جي تاريخي تسلسل کي تباهه ۽ برباد ڪيو آهي. ان ڪري انهن حملن ۽ ڪاهن ڪري سنڌ ۾ علمي، ادبي سرمايو تباهه ٿيندو رهيو آهي. جنهن ڪري سنڌ جي تاريخ جون ڪيتريون ڪڙيون گم ٿيل نظر اچن ٿيون. جنهن ڪري سنڌ جي تاريخ جو تسلسل برقرار رهي نه سگهيو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ جي گم ٿيل ڪڙين کي حاصل ڪرڻ ۽ مختلف هنڌن تي ٽڙيل پکڙيل مواد گڏ ڪرڻ جو ڪم شروع ٿيو آهي. اسان جي موجوده دور جي عالمن ۽ محققن جهڙوڪ، حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ايم ايڇ پنهور، غلام علي الانا، سراج الحق ۽ ٻين وڏين محنتن ۽ مشقتن سان تاريخ جون مختلف ڪڙيون ۽ سلسلا هٿ ڪري، انهن کي اسان جي آڏو آندو آهي. هاڻ ان مددي مواد جي بنياد تي اسان کي سنڌ جي تاريخ بلڪل سائنسي نقطي نظر تحت تيار ڪرڻي آهي.

**سوال: لکيل تاريخ کان سواءِ ٻيا ڪهڙا ذريعا آهن، جن جي مدد سان سنڌ جي اصلي سچي عوامي تاريخ کي سهيڙي سگهجي ٿو؟**

جواب: ادا، ان سلسلي ۾ اسان کي جديد دور جي سائنسي ايجادن مان فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. قديم آثارن تي سائنسي نموني جيڪا تحقيق ٿي رهي آهي ۽ جيڪي نيون نيون حقيقتون ۽ انڪشاف اسان جي آڏو اچي رهيا آهن. انهن جي مدد سان اسان سنڌ جي تاريخ جي نه صرف وڃايل ڪڙين ۽ سلسلن کي هٿ ڪري سگهون ٿا، پر ان سان اسان جي تاريخ جا ڪيترا منجهيل سٽ پڻ سلجهي پوندا. ان سان گڏ قديم آثارن مان مليل مواد جي آڌار تي اسان کي ان دور جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن، مذهبي ۽ نظرياتي ويچارن، سندن ڪمن ڪارين بابت مڪمل ڄاڻ ملي سگهي ٿي. جنهن لاءِ درٻاري ليکڪن جون لکيل تاريخون بلڪل خاموش آهن. قديم آثارن کان سواءِ اسان کي پنهنجي لوڪ ادب ۽ قديم شاعري، نيم تاريخي قصن ۽ ڪهاڻين مان پڻ تاريخ کي سهيڙڻ ۾ مدد ملي سگهي ٿي. ڇو جو اسان جي عوام جي تاريخي فتحن، سندن عظيم تخليقن، جدوجهدن ۽ ڪارنامن، جن کي درٻاري ليکڪن نظرانداز ڪيو آهي، اهو سچو مواد اسان جي ڀٽن ۽ ڀانن، چارڻن ۽ قصي ڪٿندڙن جي نسل کان نسل تائين اسان ڏانهن منتقل ٿيندو آيو آهي. ان کي سوڌي سموهي، ان رستي پڻ اسان پنهنجي تاريخ کي مڪمل ۽ مستند بنائي سگهون ٿا.

**سوال: اوهان جي خيال ۾ سنڌ جي تاريخ جوڙڻ وقت ڪهڙيون ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن؟**

جواب: اسان کي سنڌ جي تاريخ نئين سر جديد مادي نقطي نظر تحت لکڻي پوندي ته جيئن اها تاريخ عوام منجهه جدوجهد ڪرڻ ۽ پنهنجون حالتون سڌارڻ جو شعور پيدا ڪري سگهي. عوام پنهنجي حقن ۽ فرضن کان واقف ٿئي ۽ ماضي منجهه ساڻس جيڪي ظلم ۽ ستم ڪيا ويا آهن، انهن جي خاتمي لاءِ رٿابندي ڪرڻ جو اهل ثابت ٿئي.

اسان کي سنڌ جي جديد تاريخ لکڻ وقت فرضي قصن ۽ ڪهاڻين کي رد ڪري سائنسي

سوچ کي اپنائڻو پوندو. تحقيق ڪرڻ وقت هر هڪ واقعي جي سائنسي مادي بنيادن تي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻي پوندي. هر هڪ دور جي حالتن جي تجزيو نهايت ايمانداري سان ڪرڻو پوندي. هر قسم جي سماجي اٿل پٿل جي سببن کي پيش ڪرڻو پوندو. تاريخ کي قصي يا ڳالهه يا اخبار جي خبر بنائڻ بدران ان کي سائنسي ۽ عقلي دليلن جي روشنيءَ ۾ پيش ڪرڻو پوندو. هر هڪ تاريخي واقعي جي پس منظر ۾ لڪل سياسي، معاشي ۽ سماجي سببن جو مطالعو ڪرڻو پوندو. اسان کي سنڌ جي تاريخ لکڻ وقت هر قسم جي مذهبي ڪٽرپڻي، فرقي پرستي ۽ قومي تعصب کان پاسو ڪرڻو پوندو. جيئن اسان جو عوام تاريخ منجهان صحيح رهنمائي حاصل ڪري سگهي ۽ ان مان پرايل نتيجن جي روشني ۾ جدوجهد ڪري سگهي.

**سوال: تاريخ جي حوالي سان اوهان ڪهڙو ڪم ڪيو آهي؟**

جواب: مان 9 سالن کان سنڌ جي تاريخ تي مادي نقطي نظر سان ڪم ڪري رهيو آهيان مان سنڌ جي تاريخ کي 10 جلدن ۾ ورهايو آهي. هر هڪ جلد هڪ جدا دور جي نمائندگي ڪري ٿو. مان هر دور جي مڪمل تجزئي ڪرڻ لاءِ هر جلد يعني هر دور کي 10 حصن ۾ ورهايو آهي. ان ۾ هر دور جي سنڌ جي سرحدي جاگرافي، سياسي صورتحال، معاشي صورتحال، سماجي حالتون، علم، ادب، ثقافت، ٻاهرين ملڪن سان تعلقات، مذهب ۽ نظريا، ان دور جا مشهور شهر، مشهور ماڻهو ۽ آخر ۾ دور جو مڪمل جائزو ڏنو ويو آهي. مان انهن 10 جلدن مان پهرين جلد مڪمل ڪيو اٿم. جنهن ۾ 1 لک سال اڳ کان موهن جي دڙي جي زوال تائين جي دور تي لکيو اٿم. هن جلد ۾ سنڌ ۾ انساني نسل جي ارتقا، تهذيب جي ارتقا، سنڌ ۾ شروعاتي راڄوڻي نظام (ابتدائي ڪميونزم) بعد ۾ غلامي واري نظام تي بحث ڪيو اٿم. مان نه صرف ماضيءَ جي تاريخ تي ڪم ڪري رهيو آهيان، پر موجوده دور ۾ ٿيندڙ سياسي ۽ سماجي اٿل پٿل تي پڻ لکي رهيو آهيان. مان هن وقت تائين سنڌ جي موجوده صورتحال تي 8 کن ڪتاب لکي چڪو آهيان. ان کان سواءِ هاري اڳواڻ قاضي فيض محمد جي سوانح حيات کان سواءِ ڪيترائي تحقيقي مقالا ۽ مضمون پڻ لکي چڪو آهيان. مون کي اميد آهي ته مان سنڌ جي تاريخ 20 سالن اندر لکي پوري ڪندس.

**سوال: اسان جا نوجوان تاريخ ڏانهن گهٽ ڌيان ڏين ٿا، ان جا ڪهڙا سبب آهن؟**

جواب: ان جو اصل سبب اهو آهي، جو اسان جي نوجوانن کي شروع کان وٺي تاريخ جي مضمون طور جيڪي ڪجهه پڙهايو وڃي ٿو، سو سنڌن ماحول ۽ معاشري جي نمائندگي نه ٿو ڪري. سچو مواد هنن لاءِ اوپرو ۽ اجنبي آهي. هو ان نصابي تاريخ ۾ ڪنهن به طرف پنهنجائپ محسوس نه ٿا ڪن. جنهن ڪري هو انهيءَ کي ذهني طور قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن. ٻيو ته تاريخ پنهنجي جاءِ تي ڳوڙهو ۽ محنت طلب موضوع آهي. ان تي ڪم ڪرڻ لاءِ هڪ ته ڪافي وقت لڳي ٿو، ٻيو ته مواد سولائي سان دستياب نه آهي. لئبررين جو نه هجڻ ۽ تحقيق ڪرڻ لاءِ مالي وسيلن جي کوٽ ڪري اسان جا نوجوان ان ڏانهن گهٽ ڌيان ڏين ٿا. نوجوانن منجهه تاريخ تي ڪم ڪرڻ جو شوق پيدا ڪرڻ لاءِ کين اهڙو ماحول ميسر ڪري ڏنو وڃي. هر هنڌ

لائبرريون ۽ تحقيقي مرڪز کوليا وڃن. پرائمري کان پوسٽ گريجوئيٽ ۽ ڊاڪٽريٽ تائين سنڌ جي تاريخ هڪ جدا مضمون طور پڙهائي وڃي. سرڪاري سطح تي ڪم ڪندڙ ادبي ۽ ثقافتي ادارن ۽ يونيورسٽين ۾ تاريخ تي ڪل وقتي ڪم ڪندڙ ڪارڪن مقرر ڪيا وڃن. جيڪي نوجوان پنهنجي منهن تاريخ تي ڪم ڪري رهيا آهن، انهن جي همت افزائي ڪرڻ لاءِ ڪين وظيفا ڏنا وڃن. سنڌن تحقيقي مواد شايع ڪرائڻ جو بندوبست ڪيو وڃي. اعلى قسم جي تحقيقي مقالن تي ڊگريون ڏنيون وڃن ته پوءِ منهنجي خيال ۾ نوجوانن منجهه پنهنجي تاريخ تي ڪم ڪرڻ جو جذبو پئدا ٿيندو.

**سوال: هن وقت اوهان ڇا لکي رهيا آهيو؟**

جواب: مان هن وقت 1983ع ۽ 1986ع ۾ هلايل جمهوري جدوجهد تي ڪم ڪري رهيو آهيان. ان کان سواءِ 1986ع ۾ سنڌ جي ڳوٺن تي جيڪو فوجي آپريشن ٿيو، ان جي منظر عام تي آڻڻ ۽ ان جي ظاهري ۽ لڪل سماجي، معاشي ۽ سياسي سببن تي هڪ تحقيقي مقالو پڻ لکي رهيو آهي.

(ريڊيو پاڪستان ڪراچي طرفان رڪ سنڌي کان ورتل اهو انٽرويو جيڪو ريڊيو جي پاليسيءَ سبب نشر نه ٿي سگهيو)

(ڇپيل، روزانو جاڳو ڪراچي، 4 ڊسمبر 1993ع)

★★★

## فقير محمد لاشاري: هڪ آدرشي انسان

سنڌي صحافت ۾ نوان ۽ ترقي پسند لاڙا متعارف ڪرائيندڙ ۽ سنڌ جي صحافت جي مٿي جي موڙ محترم فقير محمد لاشاريءَ ڪي مرحوم لکندي ذهن پنوائيون ڪائي رهيو آهي ۽ دل ڪنهن اٿاهه سمنڊ ۾ ٻڏندي محسوس ٿئي ٿي. ان ڪري مان فقير محمد لاشاريءَ ڪي مرحوم لکڻ بدران ”سدا حيات“ چوان ٿو. اسان ڪي خواب خيال ۾ به ڪو نه هيو ته هيءُ محبتن ۽ پنهنجائپ جون جهوليون ڀري ورهائيندڙ شخص اسان ڪان ائين اوچتو موڪلائي ڪري هليو ويندو.
اجا ڪالهوڪي ته ڳالهه هئي، هن سنڌي صحافت جي ميدان ۾ قدم رکيا، پنهنجي لاءِ الڳ ۽ مانائتي جاءِ پيدا ڪيائين. سنڌي ماڻهن ڪي ظلم ۽ ڏاڍ خلاف مهاڏو اٽڪائڻ جي شعوري واٽ ڏسيائين، صدين ڪان پيڙهيل ماڻهن ڪي پنهنجي سگهه جو احساس ڏياريائين. پر جڏهن سنڌس خواب تعبير جي ويجهو اچڻ لڳا ته هن ڏکئي سفر ۾ اسان ڪان بنا موڪلائي هليو ويو.
هن آدرشي انسان سان منهنجي پهرين سڃاڻپ سندس لکڻين ذريعي ٿي. ”هلال پاڪستان“ جي هفتيوار ادبي ميگزين ۾ سندس سنڌ جي سياست، ادب، ثقافت بابت چيچندڙ مضمون ۽ تجزيا سندس ڏيهان ڏيهه سڃاڻپ ۽ انفراديت جو سبب بڻيا. پر جڏهن وري ”عوامي آواز“ ۾ ڪيس چيف ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو ته هن جي شعوري سگهه، سياسي تجزئي نگاري ۽ تنقيد جي ميدان ۾ سنڌ جي نوجوان نسل جي سونهين جو ڪردار ادا ڪيو. پر عوامي آواز به سندس اُڃ اجهائي نه سگهي. هن ارڏي مڙس دستوري ضابطن ۽ پابندين ڪي پنهنجي ڏات لاءِ هاڃيڪار سمجهندي، نيٺ اچي ”جاڳو“ جي تخليق ڪئي.
اهو لاشاري صاحب ئي هو، جنهن مون جهڙي اڻ ڄاڻ ۽ صحافت جي ”ص“ ڪان به اڻ واقف ماڻهوءَ ڪي هن دنيا ۾ پير پائڻ جو شرف بخشيو. جيئن ئي پاڻ عوامي آواز ۾ چيف ايڊيٽر جي جاءِ سنڀاليائون ته مان به پهرين ئي ڏينهن ۾ سندس رهبريءَ هيٺ عوامي آواز ۾ اچي سندن سٿ ۾ شامل ٿيس. ۽ پوءِ هن نماڻي، شرميلي ۽ انتهائي حساس انسان جي اڳواڻيءَ ۾ پاڻ ڪي ڳاهڻ، سماج ڪي سمجهڻ ۽ ماڻهن ڪي پرکڻ جو موقعو مليو. فقير محمد لاشاري، جيڪو وڏي دل گردي وارو انسان هيو، تنهن مون سميت اخبار جي مڙني ڪارڪنن ڪي سڳن ڀائرن ڪان به وڌيڪ قرب ڏنو. سندس پنهنجن جونيئر ساٿين سان هميشه وڏي ڀاءُ وارو ورتاءُ رهيو. جيتوڻيڪ پاڻ هيڏي اعلى

پائي جو مفڪر، دانشور ۽ اديب هيو، پر ڪڏهن به ان جو ڏيکاءُ نه ڏنائين. سدائين پنهنجي سڀاجهي روئي سان قافلي جي سرواڻي جو ڪردار ادا ڪندو رهيو. سندس ئي سرواڻيءَ هيٺ ڪيترائي ننڍا نيٺا نوجوان ادب ۽ صحافت جي دنيا ۾ پنهنجي جاءِ والارڻ لڳا. اڄ سنڌي صحافت جي دنيا ۾ جيڪا نوجوان صحافين جي کيپ نظر اچي ٿي، اُن کي ان منزل تي رسائڻ ۾ ٻين سميت لاشاريءَ جو به وڏو هٿ هيو.

جڏهن پاڻ ”جاڳو“ جي تخليق ڪيائين ته ان کي ماءُ ٻڌجي ننڍڙي ٻار وانگر تاتيندو ۽ نپائيندو رهيو. سندس اهو تخليق ڪيل ٻار اڃا الهڙ جوانيءَ کي مس رسيو ته پاڻ کيس چورو چنو ڪري ويو. ڪنهن کي به خبر ڪا نه هئي ته لاشاريءَ جهڙو شهزادو مڙس ههڙي ڦوهه جوانيءَ ۾ جاڳو سميت پنهنجن ننڍڙن ٻچن ۽ پنهنجي سڄ جي ساٿين کي اوچتو هينئن ڇڏي هليو ويندو.

چنچر جو ڏهاڙو هو، مان آزاد ڪشمير جي دوري تان واپس ٿي جاڳو پهتس. دوستن ٻڌايو ته پاڻ خميس ڏينهن اوچتو لانگ مارچ جي خبرن هٿ ڪرڻ لاءِ اسلام آباد ويو آهي. مون کي سندن ان اوچتي روانگيءَ تي ڏاڍي حيرت ٿي. ڇو جو جڏهن به مان موڪل تي ويندو آهيان ته پاڻ گهٽ ڪري آفيس نه ڇڏيندا آهن. هڪ ڏينهن اڳ ئي مان مظفر آباد مان ساڻن فون تي ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي. هن اهڙي ڪنهن به پروگرام جو ذڪر نه ڪيو هو. اٿلندو مون کي چيو هئائون ته اوهان ڀلي آرام ۽ سڪون سان موٽجو. هتي اهڙي تڪڙ ڪانهي. پاڻ ان وقت اهو به چيو هئائون ته اتان جا رستا ڏنگا ڦڏا اٿو، پنهنجو خيال رکجو. پر ڪهڙي خبر ته اهي ڏنگا ۽ ڦڏا رستا اسان جو هي دلبر ساٿي اسان کان کسي وٺندا. آچر جي رات جو دير تائين مان سندس فون جو انتظار ڪندو رهيس. ڇاڪاڻ ته پاڻ پاڪستان جي ڪهڙي به ڪنڊ ۾ هوندا هئا، وس ڪري اخبار ۾ اسان سان ضرور رابطو ڪندا هئا. ان ڏينهن اخبار لاءِ ”ليڊ“ جي خبر ته ملي چڪي هئي پر ”سپر ليڊ“ جهڙي خبر نه هئي. مان دوستن کي ٻڌايو ته اڄ سپر ليڊ کان سواءِ ئي اخبار ڪڍون ٿا. اسان کي ڪهڙي خبر ته ان ڏينهن لاشاريءَ جو لاڏاڻو خبر ٻڌجي اسان مٿان وڄ جيان ڪڙڪندو ۽ پوءِ ٿيو به ائين. فون جي گهنٽي وڳي، اسان جي اخبار جو جنرل مينيجر اشوڪ ڪمار مون وٽ پيسٽنگ روم ۾ پڄندو آيو. ”يار! رڪ، غضب ٿي ويو.“ هو اهي لفظ چئي سُن ٿي ويو. مان سندس گهٻرايل چهري کي تڪيندو رهيس ۽ پوءِ جڏهن ٿوري ساهيءَ کان پوءِ هن اها منحوس خبر ٻڌائي ته وڻ وڃي ويا. سڄي ماحول تي سڪتو طاري ٿي ويو. اسان کي ”سپر ليڊ“ ته ملي وئي، پر اخبار ۽ ان جو سڄ چورو چنو ٿي ويو. سنڌ جي صحافت بيوهه ٻڌجي وئي. ڇاڪاڻ ته ان جو شهزادو ۽ گهوٽ ان کي وڇوڙو ڏئي چڪو هيو.

(ڇپيل، روزانو جاڳو ڪراچي، جولاءِ 1993ع )

★★★

## آمي ۽ ڦاپيءَ جو شڪار

هڪ طرف گوليون ڇوڙيندڙن ۽ ٺڪاءَ ڪيندڙن جي ڪِي 13 درجن ايجنسيون لڳايون ويون آهن، ته ٻئي طرف بندوقن سان جيئرن جاڳندن ساهه وارن جو شڪار ڪندڙن لاءِ دهل وڄائي، روشنيون سجائي شادمانا ڪيا پيا وڃن، ڇاڪاڻ ته ٻنهي هنڌن تي شڪار ڪندڙن جي شڪلين ۾ فرق آهي ۽ ها! شڪار ٿيندڙن ۾ به ڪا پيٽ ڪري نه ٿي سگهجي.

مان هي ڪا لوڪ ڪهاڻي اوهان کي ڪونه پيو ٻڌايان. نه وري پرين ۽ ديون جي ديس جي ڪا ڪٿا بيان ڪرڻ ئي منهنجو مقصد آهي. پر اصل ۾ اسان جي سنڌ هڪ اهڙو عجوبو بڻجي چڪي آهي، جو ان جي هر سچي ڪهاڻي به پراسرار ۽ جاسوسي ناول جو اعتبار نه ڪرڻ جهڙو باب بڻجي وئي آهي.

ڪجهه سال اڳ جي ڳالهه آهي، ٿٽي پرسان هڪ تاريخي ڍنڍ ڪناري اسان جي عرب اجا به شيخ پائرن آمي ۽ ڦاپي جو شڪار ڪيو هو. ڍنڍ جي ڪناري ڪوڙيل خيمن ۾ سنڌ جي عزت تار تار ڪئي وئي هئي. اسان مهمانن جي عمل تي خاموش رهيا هئاسين، جو هو پلي پار جا هئا. هونئن به اسان کي ڪهڙي مجال آهي جو وتئون ملڪ جا سفارتي تعلقات خراب ڪندا. ملڪ ته وڏيون قربانيون ڏئي، اعتبار نه ڪرڻ جهڙيون مهمان نوازيون ڪري پنهنجن سفارتي ناتن کي مضبوط ڪندا آهن. هي به ڪو مسئلو هو جو اسان هروڀرو پري دنيا ۾ ٻن نياڻين سان ٿيل ناحق تي پنهنجي ملڪ کي اڪيلو ڪري ڇڏيون. پلا اسان کي لبيا جو ڪرنل قذافي ٿيڻ جو شوق ته ڪونهي. جنهن پنهنجن ٻن شهرين کي برطانيه يا آمريڪا جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪري پنهنجي لاءِ مصيبتون ڳنهي ورتيون آهن.

آميءَ ۽ ڦاپيءَ جو شڪار ڪندڙ هر سال سياري جي مند ۾ منهنجي وطن ايندا آهن. اسان جا حڪمران توڙي سياستدان ۽ تر جا وڏير انهن جو اهڙو ته آدرڀاءُ ڪندا آهن، جو اسان جي محبت ۽ سڪ هر سال کين هيڏي اچڻ تي هرڪائيندي رهندي آهي. هاڻ به سيارو شروع ٿي چڪو آهي. اتر جو واءُ گهلڻ لڳو آهي. ان ڪري ئي ”اتر لڳا آءُ پرين“ وارو معاملو شروع ٿيڻ وارو آهي.

ٿر ۾ ايندڙ مهمانن جي استقبال جون تياريون شروع ٿي چڪيون آهن. واري جي پٽن کي روشن ڪرڻ لاءِ جيپون دوڙن پيون ۽ جنريٽرن ۾ تيل پريو پيو وڃي. ٿر واري پاڪ – هند سرحد هونئن ته سرحدي محافظن جي لوهي ڪڙن ۾ جڪڙيل هوندي آهي. درجن ميل پري به ڪنهن ذرتي چائي کي ڏسندي ڪاٺ ۾ وجهڻ کي ايماني جذبي سان پيٽ ڏني ويندي آهي. اصل ۾ حساس سرحدن تي نر پکي هڪليو ويندو آهي. پر سائين ايندڙ مهمان ايترا ته ڀاڳ وارا هوندا آهن ۽ سندن

پيرن جي دز به اهڙي تي معتبر ليکي ويندي آهي، جو ان جي اُڏڻ سان ئي اسان جا ٻئي جهان روشن ٿي ويندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو سرحد جي ويجهو نه صرف کيما کوڙيا پيا وڃن، پر مهمانن لاءِ غاليچا وڇائڻ، بسترا لڳائڻ جو ڪم اسان جا سرحدي محافظ کل خوشيءَ سان سرانجام ڏئي رهيا آهن. چاڪاڻ ته قطر، ابوظهبي ۽ ٻين عرب ملڪن جي شهزادن کي ٿر جون پٽون، ٿٽي جو ڍنڍون سياري جي مند ۾ مقاطعي تي مليل هونديون آهن.

مارئي جي ملڪ جا مسڪين ماڻهو جيڪي ڏيئي جي روشنيءَ لاءِ به سڪندا آهن. انهن جا اهڙا ته ڀاڳ ڀلارا ٿي ويندا آهن، جو بر ۾ بازارون لڳي وينديون آهن، رات جي اونداهيءَ کي جنريٽرن رستي اهڙا ته چار چنڊ لڳي ويندا آهن جو واريءَ جو ذرو ذرو به مُرڪي پوندو آهي. اسان ماڻهو پري پري کان ڪهي اچي اهي شادمانا ڪندا آهيون، چاڪاڻ ته پاڻ روايتي طور ڏاڍا مهمان نواز آهيون. وڏن جي ريتن ۽ رسمن کي هروڀرو لچائڻو ته ڪونهي. پر هروڀرو ٻاهران آيل مهمان ايڏا ڪنجوس به نه هوندا آهن، جو اسان کي پنهنجن محبتن جي جوڳي موٽ نه ڏئي سگهن. جيڪڏهن گهر ويٺي ئي ترن جو تيل ترن مان ئي نڪري پئي ته هروڀرو نار جي رياستن ڏانهن سفر ڪرڻ ۽ ڪشالا ڪڍڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.

پوءِ اسان ماڻهو سرحدي قانونن، جهنگلي جيوت جي اصولن، عدالتن جي حڪمن کي اورانگهيندي ڪارونجهر جي مور، تلور، تتر، هرڻ، سهن ۽ روجهه کي هڪليندا آهيون. هڪ هنڌ ڪٺي ڪندا آهيون. واريءَ جي پٽن ۾ ڊوڙندا آهيون. سهڪي پوڻ کان پوءِ وري ٿٽي جي ڍنڍن تي سائبيريا کان آيل مهمان پکين جو ساهه مٺ ۾ ڪرڻ لاءِ چار وجهندا آهيون، ڪوڙڪيون اڏيندا آهيون. جيئن اسان جي مهمانن کي ڪا مايوسي نه ٿئي، سندن دل ۾ ڪو رنج نه پيدا ٿي پئي، سندن منهن تي گهنج نه اچي. چاڪاڻ ته اسان ماڻهو پلي پار مان آيلن جو رنج برداشت نه ٿا ڪري سگهون. آخرڪار پنهنجي آخرت کي به موچارو ڪرڻو آهي.

۽ پوءِ نڪاءَ ٿيندا آهن، اڏامندڙ پکي گهائجي زمين تي ڪرندا آهن، مور رڙي ڪارونجهر کي ڏاري وجهندو آهي. آڙين ۽ تلور جي خون سان ڪينجهر لال ٿي ويندي آهي. منهنجي ديس جي ساهوارن سميت آمي ۽ ڦاپي جو به شڪار ٿي ويندو آهي ۽ سنڌ جا حڪمران مُرڪي پوندا آهن!

(چپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 14 نومبر 1995)

★★★

# مير مرتضی جو قتل ۽ نئين سر سياسي صفبنديءَ جو سوال

مير مرتضی جي شهادت سان پياري پاڪستان ۾ ٿيل سياسي قتلن ۾ هڪ وڌيڪ قتل جو اضافو ٿي ويو آهي. هيل تائين جيڪي سياستدان قتل ٿيا آهن يا قتل ڪرايا ويا آهن، انهن پٺيان موجود هٿن کي اڄ تائين پڌرو نه ڪيو ويو آهي. عدالتي ڪميشنون ۽ ٽربيونل به جڙيا، وڏيون وڏيون رپورٽون به تيار ٿيون، پر ڪن مصلحتن خاطر انهن کي منظرعام تي نه آندو ويو. جنهن ڪري اهڙن سفاڪانه ڪارروائين ۾ ملوث ماڻهو ۽ ان قسم جون سازشون سٽيندڙ پردي پويان ئي رهجي ويا. انهن کي پنهنجون سڀ منافقيون، مڪاريون، چالاڪيون ۽ چالبازيون ڍڪڻ جو موقعو ملي ويون. ان سان هڙا سانحا ڪندڙ ماڻهن جي نه صرف حوصلي افزائي ٿي، پر ٻين کي به ان واٽ تي هلڻ ۾ جوکم نظر نه آيو. اهو ئي سبب آهي جو وزيراعظم بينظير جي دور اقتدار ۾ سندس جگري ڀاءُ کي انتهائي بيدرديءَ سان ڪُٺو ويو. هڪ نئين اڀرندڙ سياسي قيادت کي بندوق جي زور تي ختم ڪيو ويو. مير مرتضی سميت ان جي پارٽي پ پ (ش ڀ) جي سنڌ جي سموري قيادت کي هڪ ئي هنڌ موت جي منهن ۾ ڏنو ويو.

سنڌ ۾ جڏهن فوجي آپريشن شروع ٿيو هو، ان وقت ئي ساڃهه وند ماڻهن ان قسم جا انديشا ظاهر ڪيا هئا ته ان آپريشن جي بهاني سان هتان جي باشعور سياسي قوت کي مڪمل نيست ۽ نابود ڪيو ويندو. اهي انديشا آهستي آهستي حقيقت جو روپ اختيار ڪرڻ لڳا. يوسف جکراڻي جي شهادت کان پوءِ عبدالواحد آريسر، ڊاڪٽر دودي مهيري ۽ ٻين سياسي اڳواڻن کي منظر عام تان هٽائڻ جي لاءِ تاڃي پيٽو تيار ڪيو ويو. پر سنڌ ۾ زوردار احتجاج ٿيڻ ۽ خاص ڪري ٽنڊو بهاول واري معاملي تي سخت دٻاءُ پيدا ٿيڻ کان پوءِ اڻ ڳڻيون آفتون ٽري ويون. هتان جي عوام روڊن ۽ رستن تي نڪري باشعور قوتن خلاف ڪم ڪندڙ ڌرين کي ڌيڇاري ۽ هيسائي ڇڏيو. سنڌ جي لڳاتار احتجاج دشمن قوتن کي وڌيڪ وار ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. پر هتان جي اڀرندڙ سياسي شعور کي ختم ڪرڻ لاءِ جوڙيل سازشون پنهنجي انت تي نه پهتيون. سازشي قوتون ان ڳالهه کان ڏنل هيون ته جيڪڏهن هتان جي نوجوان قيادت، ان ئي حوصلي، بهادريءَ ۽ بيباڪيءَ سان پنهنجي جدوجهد جاري رکي ته سنڌن مفاد وڌيڪ عرصي لاءِ سلامت رهي نه ٿا سگهن. هتان جي عوام کي ڌيڇاري، ڌمڪائي ۽ هيسائي پنهنجن سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي حقن تان هٿ ڪڍائي نه ٿو سگهجي. ان ئي سلسلي هيٺ نه صرف فوجي آپريشن دوران پر ان کان پوءِ به وزيراعظم بينظير ڀٽو جي حڪومت ۾ انهيءَ سازشن کي عملي جامو پهرائڻ جي لاءِ ڪوششن کي جاري رکيو ويو. ان سڄي عمل کي ايترو ته رازداريءَ سان جاري رکيو ويو جو خود حڪومت جا اهم ڪل پرزا به ان کان بي خبر رهيا. خود وزيراعظم بينظير ڀٽو

به ان سڃي سازش جي تاڃي پيٽي کان اڻ واقف رهي. سازشن جا چار اسلام آباد ۽ لاهور ۾ اُٽيا ويا، پر انهن تي عمل لاءِ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ سميت سنڌ جا ڳوٺ ۽ واهڻ چونڊيا ويا.

سنڌ کي ان ڪري سزا ڏيڻ ضروري هئي ته هو مسلسل حاڪم قوتن سان مهاڏو اٽڪايو بيٺي هئي. مرتضى کان قادر مگسيءَ تائين، عبدالواحد آريسر کان رسول بخش پليجي تائين سنڌ جي سموري قيادت ان لاءِ زور وجهي رهي هئي ۽ حڪمرانن مٿان دٻاءُ وجهي رهي هئي ته سنڌ جا پنجاب سان ليکا چوکا صاف ڪيا وڃن. ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت نه ٿيڻ گهرجي. سنڌ کي پنهنجي حصي پٽاندڙ پاڻيءَ جو حق ملڻ گهرجي. ناڻي جي ورڇ اصولي ۽ انصاف پريل بنيادن تي ٿيڻ گهرجي. آدمشماريءَ جا نتيجا قبول ڪيا وڃن. سنڌ جي معدني دولت تي سنڌين جو حق تسليم ڪيو وڃي. اهو ئي دٻاءُ هيو جو سنڌ حڪومت انهن معاملن تي پهريون پيرو ڪجهه وزندار ۽ چٽو موقف اختيار ڪيو. خود وفاق ۾ پ پ حڪومت ۽ وزيراعظم بينظير ڀٽو، ايوان صدر سميت پنجاب جي دٻاءَ باوجود انهن معاملن تي سنڌن مرضيءَ موجب فيصلا نه ڪيا. مسئلا التوى جو شڪار ٿيندا رهيا. دشمنن جي دلين ۾ اڻ ڄاتل خوف، ڏهڪاءُ جي شڪل اختيار ڪرڻ لڳو. وڏي صوبي تي ٻڌل اسٽيبلشمينٽ جي خواهش هئي ته اهي سڀ تڪراري معاملا پ پ حڪومت کان حل ڪرايا وڃن، جيئن هڪ طرف سنڌ جي سياسي قوتن ۾ ٽڪراءُ پيدا ٿئي ته ٻئي طرف خود وزيراعظم جي سنڌ ۾ سياسي ساک داءَ تي لڳي وڃي. پر سنڌ جي اڀرندڙ شعور، سياسي قيادت جي ڏاهپ ۽ ٻي ڌيائي دشمنن جي مڙني سازشن کي اسرڻ ۽ وڌڻ ويجهڻ نه ڏنو. جنهن بعد هتي ننگي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ ذريعي فيصلا مڃائڻ ۽ اڀرندڙ آواز کي خاموش ڪرڻ جي رٿابندي ڪئي وئي. جنهن جو پهريون شڪار شهيد مير مرتضى ۽ سندس ساٿي بڻايا ويا. مير مرتضى جي قتل پٺيان، جتي ٻيا سبب موجود آهن. اتي وڏو سبب سندس سنڌ ۾ وڌندڙ مقبوليت ۽ هتان جي معاملن ڏانهن بي ڊپو موقف اختيار ڪرڻ به هيو. مير مرتضى جيتوڻيڪ هڪ وفاقي پارٽيءَ جو اڳواڻ هو، پر هن جو سنڌ جي بنيادي مسئلن ڏانهن انتهائي چٽو ۽ بهادراڻو موقف هيو. جنهن ۾ ڪا به لچڪ ۽ ڦيرڦار نه هئي. هن جيڪا ڳالهه لاڙڪاڻي ۾ ٿي ڪئي، سا لاهور ۽ اسلام آباد ۾ به ورجائي رهيو هو. سندس اها ئي اصول پسندي هئي، جنهن کان اسٽيبلشمينٽ خوفزده هئي. جنهن ڪري ضروري هيو ته ان کي نه صرف پنهنجي راهه تان هٽايو وڃي، پر خود حڪمران پيپلز پارٽي سميت هتان جي قومپرستن ۽ ترقي پسندن کي به اها ڳالهه ذهن نشين ڪرائي وڃي ته جيڪڏهن اسٽيبلشمينٽ جي فيصلن کي جيئن جو تيئن تسليم نه ڪيو ويو ته ان ههڙا نتيجا به نڪري سگهن ٿا. مير مرتضى کي بيدرديءَ سان راهه تان هٽائڻ خود وزيراعظم تي به اهو دٻاءُ وجهڻ جي ڪوشش هئي ته هو اسٽيبلشمينٽ جي فيصلن کي جيئن جو تيئن تسليم ڪري. يعني پنجاب جي مرضيءَ کان سواءِ سياسي ۽ اقتصادي معاملن جا فيصلا نه ٿيڻ گهرجن.

فوجي آپريشن کان پوءِ جڏهن سنڌ ۾ رينجرس ۽ پوليس ذريعي نئين آپريشن جو آغاز ڪيو ويو ته ان جون واڳون اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ ڏنيون ويون، جيڪي هتان جي عوام جا بلڪل خيرخواهه نه هئا. هنن جتي ايم ڪيو ايم (الطاف) جي دهشتگردن کي ختم ڪرڻ جي نالي سڀ اختيار پنهنجي هٿ وس ڪري ورتا، اتي خود چونڊيل حڪومت جي اٿارٽيءَ لاءِ به چئلينج جي شڪل اختيار ڪري ويا. سنڌ بابت ٿيندڙ فيصلن کان خود سنڌ جا حڪمران به بي خبر رهيا. سچو

ڪنٽرول اسلام آباد ۾ ويٺل هڪ شخصيت جي حوالي ٿي ويو، جيڪو ڪنهن ڏانهن به جوابده نه هيو. سنڌ پوليس جون واڳون، سنڌ حڪومت بدران اڻ ڏٺل هٿن جي ور چڙهي ويون. پوءِ دنيا ڏٺو ته ٻهريان وڏي وزير عبدالله شاهه جو ڀاءُ ماريو ويو، بعد ۾ الطاف حسين جي ڀاءُ ۽ ڀائٽي کي ڪٺو ويو. ۽ هاڻي وزيراعظم جي ڀاءُ کي گولين جي منهن ۾ ڏنو ويو. مرندڙن ۾ سنڌي هجن يا اردو ڳالهائيندڙ پر مجموعي طور سچو نقصان سنڌ جو ئي ٿيو. نفرتون هتي ئي وڌيون، سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙن ۾ تڪراري صورتحال هتي ئي پيدا ٿي. سنڌ کي صرف ڀائرن ۽ پٽن جا لاش مليا. خبر ناهي ته اهو سلسلو ڪيستائين جاري رهندو ۽ اڳتي ڪنهن جو وارو اچڻو آهي.

سنڌ ۾ هي جيڪو مانڌاڻ مچايو ويو آهي، ان جون پاڙون اسلام آباد ۽ لاهور ۾ ڪتل آهن. جيڪو به خون وهيو آهي، ان جا پيرا به اوڏانهن وڃن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو مير مرتضى ۽ سندس ساٿين جي قتل تي پهريون ڀيرو سنڌ جي مڙني ماڻهن ٻوليءَ جي فرق بنا گڏيل احتجاج ڪيو آهي. جتي لاڙڪاڻو ۽ دادو بند ٿيا، اتي ڪراچيءَ جا ناظم آباد ۽ لياقت آباد جهڙا علائقا به سوڳ ۾ ورتل رهيا. اردو ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ شهرين لڳاتار هڪ هفتو احتجاج ڪري سنڌ دشمنن مٿان واضح ڪري ڇڏيو آهي ته هو هاڻي هتي وڌيڪ رت وهڻ نه ڏيندا. سنڌ واسين ۾ ويڇا وڌائڻ وارين سازشن کي برداشت نه ڪندا. هتان جي مستقل رهواسين کي هڪ ٻئي جي خون جو پياسو بنائڻ وارن مڪارن ۽ منافقن کي پنهنجي گهر پيڙو ڪندا. اسان سمجهون ٿا ته مير مرتضى جي قتل ملڪ اندر نين سياسي صفبندين کي جنم ڏنو آهي. هاڻي اتحاد ۽ سياسي صفبنديون مٿان مليل اشارن بدران حقيقتن جي بنياد تي ٿينديون. چاڪاڻ ته مير مرتضى جي خون جيڪي لڪيرون ڪڍيون آهن، انهن کي ڪو به مٽائي نه ٿو سگهي. هاڻي اهو سوال سنڌ جي سياسي قيادت تي ڇڏيل آهي ته هو ڪيئن ٿا نئين صورتحال ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن. هاڻي نه صرف مير مرتضى جي قتل پٺيان ملوث ڳجهن هٿن کي نروار ڪرڻ جي ضرورت آهي، پر نئين پيدا ٿيل صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ تدبر ۽ حوصلي سان ان جو توڙ ڪڍڻ جي ضرورت آهي. خود حڪمران پيپلز پارٽيءَ کي هن انارڪيءَ ۽ بڏتر واري صورتحال مان ڪڍڻ جي ضرورت آهي. جيئن هوءَ ڪنهن سنڌ دشمن سياسي دٻاءَ جو شڪار ٿيڻ کان بچي سگهي. چاڪاڻ جو اسٽيبلشمينٽ هن بڏتر ۽ انارڪيءَ واري صورتحال کي استعمال ڪندي نه صرف سنڌ جي بنيادي معاملن تي هڪ طرفا فيصلا ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندي پر خود جمهوريت ۽ جمهوري ادارن تي به راتاهو هڻڻ جي ڪوشش ڪندي. جيئن هڪ طرف سنڌ جي سياسي ڪردار کي گهٽايو وڃي ته ٻئي طرف مرڪزي قوتن کي وڌيڪ مضبوط ڪري سڀ فيصلا مٿان کان ڪرايا وڃن. اسان سمجهون ٿا ته مير مرتضى جو قتل جتي جمهوري ادارن کي ڪمزور ڪرڻ جي سازش آهي، اتي ملڪ مٿان مرڪزيت مڙهڻ جي به هڪ ڪوشش آهي. جيئن اسٽيبلشمينٽ جا سڀ مفاد سلامتيءَ سان وڌندا ويجهندا رهن ۽ انهن خلاف ڪو به اثرائتو آواز بلند نه ٿي سگهي.

(ڇپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 25 آڪٽوبر 1996ع)

## پورين اکين واري ڪشميرڻ جو درد

هي جون 1993ع جا گرم ڏهاڙا آهن، ڪراچي هوائي اڏي جي ٻاهران ساٿين جو انتظار ڪري رهيو آهيان، ته هڪ رڪشه مان سنهڙي سڊول، ڪارن وارن ۾ ٻڌگهي ڳچيءَ واري سونهن ديوي لهي ٿي ۽ پنهنجي ٿيلهي کي فرش تي گهليندي اندرئين ملڪ ويندڙ اڏامن واري ڪائونٽر ڏانهن وڌي وڃي ٿي. منهنجون اکيون سندس پيڇو ڪن ٿيون، ان ئي وقت اعلان ٿئي ٿو ته اسلام آباد ويندڙ مسافر جهاز ۾ سوار ٿيڻ لاءِ لائونج ۾ داخل ٿين. آئون پنهنجي سيٽ تي پهچان ٿو ۽ عجيب اتفاق سان دريءَ واري سيٽ تي منهنجي ساٿياڻي اها ئي اپسرا آهي، آئون خاموشيءَ سان سندس پرسان ويهي جهاز جي اڏام جو انتظار ڪري رهيو آهيان ته هوءَ ئي ڳالهه ٻولهه جي پهل ڪري ٿي، ”اوهان پنهنجي ڪنهن عزيز ڏانهن اسلام آباد پيا وڃو؟“ آئون سندس پنجابي گاڏڙ اردو جا لفظ ٻڌندي ئي سندس اکين ۾ نهاريان ٿو، پوريون ۽ چمڪدار اکيون ۽ منهن تي مرڪ! ”نه آئون ڪشمير ڏسڻ پيو وڃان“. منهنجي جواب تي هن جي لبن تي مرڪ تڙي پوي ٿي. ”آئون به ڪشمير پئي وڃان، ڪشميرڻ آهيان.“ هوءَ ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي چوي ٿي ”ڪراچي جي هڪ ڪاليج ۾ پڙهندي آهيان، موڪلون ٿيڻ ڪري ڳوٺ پئي وڃان، مظفر آباد پرسان ڳوٺ آهي“.

پوءِ اسان جي ڪچهريءَ جو موضوع ڪشمير ۾ هلندڙ هلچل ٿي وڃي ٿي. هوءَ وڏيڪ ٻڌائي ٿي ته سندس خاندان والاريل ڪشمير جي ڪپواڙهه علائقي جو رهواسي هو. اتي جڏهن آزاديءَ جي تحريڪ تيز ٿي ته هو ڪنٽرول لائين پار ڪري آزاد ڪشمير هليا آيا. هوءَ ٻڌائي ٿي ته ”آئون ۽ منهنجي ننڍي ڀيڻ بابت بابا فڪر مند هوندو هو، عزتون خطري هيٺ هجڻ ڪري اسان لڏ پلاڻ جو سوچيو. چاڪاڻ ته قابض فوج ته ڇا پر ويڙهاڪن مان به عزتون محفوظ هجڻ جي ڪا به ضمانت نه هئي.“ آئون جڏهن ڪانئس پڇان ٿو ته ”ڇا هتي اچڻ بعد ان جي ضمانت ملي وئي؟“ ته هوءَ چرڪجي پئي ٿي، ڪو به جواب ڏيڻ کان اڳ پڇي ٿي ته، ”ڇا اوهان سنڌي آهيو؟“ اهڙي خاطري ملڻ بعد ايتروئي چوي ٿي ”درد جتي ڪٿي ساڳيو آهي. جبل جي چوٽين تي اڏيل گهرن ۾ ڇا ٿو ٿئي. خچرن تي سوار ٿي ايندڙ سڀ هڪجهڙا آهن. خبر ناهي ته آزادي ڪڏهن نصيب ٿيندي!“ سندس چمڪيلين اکين ۾ ٻيهر اهو چوندي اداسي ڇانئجي وڃي ٿي ته، ”درد جتي ڪٿي ساڳيو آهي.“

ڪالهه 8 آڪٽوبر تي جڏهن 12 سالن کانپوءِ ڪشمير جي ڌرتيءَ پنهنجو درد اوڳاڇڻ شروع ڪيو ته جبل ۽ ٽڪر به اهو تاب سهي نه سگهيا، زندگي چڻ ته پنڊ پهڻ ٿجي وئي. حسين وادي ٻيهر سڏڪن، ڪيهن ۽ ماتم ۾ تبديل ٿي وئي. سنڌوءَ ۽ نيلم درياهه جي ڪناري تي ٽڙيل گل چيڀاٽجي ويا، سونهن ۽ سرهاڻ معصوم ٻارڙن، عورتن ۽ مردن جي ڳريل لاش مان نڪرندڙ بوءِ اڳيان شڪست کائي ويئي.

ڪشمير جي اوچن جبلن جي چوٽين تي وسنديون ويران ٿي ويون ۽ پربت جيڏن پهاڙن جي پاڙ ۾ رانديڪن جيترا گهر ۽ انهن ۾ انهن ۾ رهندڙ مخلوق پٿرن ۽ مٽيءَ جي ڍيرن هيٺ دٻجي پنهنجو وجود وڃائي ويٺي. آئون ٽي وي تي خوفناڪ زلزلي بعد آيل تباهي جون تصويرون ڏسندي ان اپسرا سميت انهن معصوم ٻارڙن کي ڳوليندو رهيس، جيڪي مظفر آباد ۽ چڪوٺي جي وچ ۾ جبلن ۾ ڪنهين جيان اڏيل پکن ۾ حياتيءَ جي جنگ وڙهي رهيا هئا.

ڪشمير ڪو پنجاب جهڙو سکيو ستابو ديس نه آهي، جتي هر ڳوٺ ۽ وسنديءَ تائين پهچڻ لاءِ پڪا ۽ ڪشادا رستا ٺهيل هجن، جهازن ۽ هيليڪاپٽرن کي لاهڻ لاءِ هوائي اڏا ۽ هيلي پيڊ هجن. معصوم ڪشميرين جي ديس جي گادي واري شهر مظفر آباد جي هوائي اڏي تي ته سي 130 جهاز به لينڊنگ نه ٿا ڪري سگهن. پوءِ زلزلي ۾ بچي ويل ان پوڙهي ڪشميريءَ کي امداد ڪيئن پهتي هوندي، جنهن جو سڄو ڪٽنب هڪ پٿريلي ڇپ هيٺ دٻجي ويو هو، هو کين بچائڻ لاءِ فقط بي وسي وچان دانهون ڪندي ٽي وي ڪيمرائن جي اک ۾ محفوظ ٿي ويو.

ڪشمير جي ڳوٺن ۽ شهرن کي ملائڻ لاءِ ڪاٺ جون موريون ڪالهه آيل زلزلي سبب جهري پيون آهن، پهاڙن مان اڏامي آيل پٿر بچي ويل انسانن تائين پهچ آڏو رڪاوٽ بڻجي ويا آهن. عام حالتن ۾ به ڪشمير جي ڪنهن وسنديءَ تائين پهچڻ لاءِ پيادل سفر ڪرڻو پوندو آهي. هاڻ ته انهن آبادين کي فقط فضا مان ئي جهاز يا هيليڪاپٽر رستي ڏسي عبرت حاصل ڪري سگهجي ٿي.

اسان جڏهن 12 سال اڳ پيادل وسنديون ۽ واهڻ گهميا هئاسين ته ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ پيئڻ جي پاڻيءَ جي سهولت موجود نه هئي، پاڻيءَ جون لوهي ڍڳهيون پائيپ لائينون فقط ڪن خاص آبادين لاءِ مخصوص هيون. ڪشميري ته ڪنهن پهاڙ مان نڪرندڙ پاڻي جي چشمي تائين پهچڻ لاءِ 4-4 ميل پيادل پنڌ ڪندا هئا. جبلن جون لاهيون ۽ چاڙهيون چڙهندي ۽ لهندي ڪشميري عورتن جي جان ايتري ته سخت ٿي ويندي هئي جو هنن لاءِ آر ۽ پار ڪان ايندڙ ڇيهي جون گوليون به بي معنيٰ بڻجي ويندي هيون. هاڻي ته ڌرتي ڌٻڻ سبب چشما به لٽجي ويا آهن ۽ پاڻي جي وهڪرن پنهنجا رستا تبديل ڪري ڇڏيا آهن. اهڙين حالتن ۾ پونچال ۾ فوت ٿي ويلن مڙهن کي غسل ڏيڻ لاءِ ته سوچي به نه ٿو سگهجي. پر فقط آگرين تي ڳڻڻ جيترن ”بدنصيبن“ کي پيئڻ لاءِ پاڻي پهچائڻ واقعي ”ڪشمير مسئلو“ حل ڪرڻ جهڙو ڏکيو مامرو بڻجي وڃي ٿو.

جنت جي حور وانگر پاسندڙ ڪشميرڻ جي ڳلن تان ڳڙندڙ ڳوڙها 58 سال گذرڻ باوجود سڪي نه سگهيا هئا، 1948ع کان 1965ع تائين، 1970ع کان ڪارگل جي ويڙهه تائين جيڪي ڳوڙها وقت ڳاڙايا هئا، اڄ اهي اکيون ئي پٿرائجي ويون، سرحدن جي آرپار ڪان ايندڙ گولين جو مقابلو ڪندڙ سينا ۽ بهادر جوانيون قدرت جي ”ڪرم نوازي“ اڳيان سيس نوائي ويٺيون ۽ پورين اکين واري ڪشميرڻ جي درد جو ڪوانت اڄي نه سگهيو.

(چيپل، روزاني سوڀ ڪراچي، 14 آڪٽوبر 2005ع)

★★★

## برسات ۾ پنل ناريءَ جو آمريڪا کي نياپو

آئون ڪراچيءَ جي مصروف ترين رستي ايم اي جناح روڊ تي پنهنجي آفيس ٻاهران بيٺل آهيان. صبح سان ئي تيز برسات جاري آهي. ايڏو ته تيز وسڪارو آهي، جو فقط روڊ جي ٻئي پر وڃڻ محال آهي. ان ئي تيز وسڪاري ۾ هڪ سياسي/ مذهبي جماعت جو جلوس رستي تان گذري ٿو. آئون جلوس طرف متوجهه ٿي وڃان ٿو. مظاهري ۾ هڪ نقاب پهريل ناري ٻين عورتن سان گڏ نعرا هڻندي فوٽ پاٿ تي برسات کان بچڻ لاءِ بيٺل ماڻهن ڏانهن نگاهه ڪٽي ٿي. هوءَ مٿي کان پيرن تائين پاڻيءَ ۾ پڳل آهي، سندس ڪپڙن مان پاڻي ٽمي رهيو آهي. هوءَ اسان ڏانهن ڏسندي زوردار نعرو هڻي ٿي، ”آمريڪا مرده باد...... اسرائيل مرده باد...حزب الله زنده باد“. آئون ساڻس نظرن ۾ نظرون ملائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو، پر هن جي اکين مان جوش، جذبي ۽ ڪاوڙ ۾ ”باهه جا شعلا“ نڪري رهيا آهن. مٿان پوندڙ برسات به سندس جوش کي ٿڌو نه ڪري سگهي آهي. ائين پيو محسوس ٿئي، ان ناريءَ سميت ٻيون سڀ عورتون ڄڻ ته آمريڪا ۽ اسرائيل خلاف جنگ جي محاذ تي وينديون هجن. سندن ٿهڪندڙ رت اهو پيغام پيو ڏئي ته هو لبنان سميت ٻين ملڪن ۾ جارحيت ڪندڙن کي هر صورت ۾ نيست ۽ نابود ڪري پوءِ دم پٽينديون. اهو ئي جذبو، ان جلوس ۾ شامل مردن ۽ ننڍڙن ٻارن جو هيو ۽ سندن طرفان سر ڌڙ جي بازي لڳائڻ جون اپيلون دنيا کي ڪو نياپو ڏيڻ گهرن پيون.

ڪالهه 30 جولاءِ 2006ع تي لبنان جي شهر قانا تي اسرائيلي فوج وحشياڻي بمباري ڪري 37 ٻارن سميت 65 شهرين کي شهيد ڪري ڇڏيو آهي.

لبنان تي قيامت ڪڙڪڻ جو اهو ڪو پهريون واقعو ناهي. پر لبنان ۾ فلسطيني پناهگيرن جي ڪيمپن صابره ۽ شتيلا تي اسرائيلي آشيرواد سان 1982ع ڌاري ڪيل ڪوس اڄ به دنيا جي ضمير تي ڪاري داغ جيان موجود آهي. اسرائيل ۽ ان جي حامين ٻاران 58 سال اڳ عرب سميت سڄي مسلم دنيا ۾ جنهن نفرت جو ٻج ڇٽيو ويو هو، ان ٻج ڦوٽهڙو ڪرڻ بعد اڄ پنهنجو ڦل ڏيڻ شروع ڪيو آهي. وچ اوڀر جي امن کي ان وقت تيلي ڏني وئي، جڏهن برطانيه ۽ ٻين يورپي ملڪن جي آشيرواد سان مذهب جي بنياد تي فلسطين جي ڌرتيءَ تي قبضو ڪري اسرائيل نالي يهودي رياست جنم ورتو.

1948ع ۾ شروع ٿيل عرب اسرائيل تڪرار اڳتي وڌي، 1967ع ۾ عرب اسرائيل جنگ جو بنياد وڌو. جنهن نه فقط فلسطينن کي پنهنجي ديس مان ڌڪي دربدر ٿيڻ تي مجبور ڪيو پر عرب جي صحرائن ۾ گولين ۽ بارود جو فصل نسرڻ لڳو. ڌرتي ڌڻي پنهنجي ديس تان ناجائز والار ختم ڪرائڻ جي لاءِ پيٽ ۽ پٺيءَ سان هٿيار ٻڌي هڪ انتهائي جارح رياست جي جديد هٿيارن سان هٿياربند فوج جو مقابلو ڪرڻ تي لهي آيا. ننڍڙا هٿيار اسرائيلي ٽينڪن ۽ جنگي

جهازن جو مقابلو ته نه پيا ڪري سگهن، پر آزاديءَ جي جذبي ان گوريلا ويڙهه کي جنم ڏنو، جنهن اسرائيل ته ڇا پر سندس آقا آمريڪا ۽ ان جي اتحادين جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون. اهوئي سبب هو جو آمريڪا جي مڪمل حمايت سان مارچ 1978ع ۾ اسرائيل لبنان تي حملو ڪري ان تي قبضو ڪري ورتو. جيڪو 3 مهينن بعد جون ڌاري گڏيل قومن جي دٻاءَ بعد ختم ڪيو ويو. اسرائيل ۽ ان جا حامي لبنان مان بي دخليءَ تي خوش نه هئا. هنن فلسطينين جي تحريڪ آزاديءَ کي مڪمل ڪنٽرول ڪرڻ ۽ ڪچلڻ لاءِ ضروري ٿي سمجهيو ته لبنان سندن مڪمل قبضي هيٺ هجي. جيئن اتي موجود فلسطيني مزاحمت کي ڪچلي سگهجي. ان ئي رٿا هيٺ 1982ع ڌاري اسرائيلي فوج فلسطين جي آزاديءَ واري تحريڪ پي ايل او خلاف ڪارروائي بهاني پيهر لبنان تي حملو ڪري ڏنو. ان قبضي دوران نه فقط جارح ۽ قبضي گير فوج پي ايل او کي نيست ۽ نابود ڪرڻ جي لاءِ ڪارروائي جاري رکي، پر لبنان ۾ پنهنجا حمايتي گروپ پيدا ڪري فلسطيني مهاجرن کي سيڪت ڏيڻ لاءِ مٿن ٻڇي ڇڏيا. جنهن جي نتيجي ۾ حملي آور فوج، مقامي حامين ۽ ايجنٽن سان گڏجي فلسطيني مهاجرن جي پناهگير ڪيمپن خلاف ڪارروائي ڪندي ”صابره“ ۽ ”شتيلا“ ۾ تاريخ جو بدترين قتل عام ڪيو.
تاريخ اهو ثابت ڪيو آهي ته قبضي گير قوتون ڪيتريون به سگهاريون ڇو نه هجن، پر هو پنهنجي سموري طاقت باوجود ڌرتي ڌڻين کي گهڻي دير تائين غلام رکي نه ٿيون سگهن. غلام قومون جڏهن آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ لاءِ اٿي کڙيون ٿينديون آهن ته سڀ زنجير هڪ ڇرڪ سان ڇڇي پوندا آهن. اڄ اسرائيل جي ڪنڌ تي هڪ نيم خودمختيار رياست فلسطين جهڙي نموني سوار آهي، اهو ثابت ڪري ٿو ته قومون صدين کان پوءِ به پنهنجي وراثتن ۽ ورثن تان قبضا ڇڏائي وٺنديون آهن. وقت جي دز ۾ ڪنهن به قوم جا تاريخي حق لٽجي ۽ دٻجي نه ٿا سگهن. عالمي سطح تي دٻاءَ باوجود اسرائيل توڙي آمريڪا فلسطين جي آزاد رياست جا حامي نه آهن. آمريڪا وچ اوڀر جي معدني دولت خاص ڪري تيل تي پنهنجو قبضو برقرار رکڻ جي لاءِ اسرائيل جي صورت ۾ مقرر ٿيل پنهنجي چوڪيدار کي هر لحاظ کان طاقتور ۽ ناقابل تسخير ڏسڻ چاهي ٿو.
وچ اوڀر ۾ جتي عرب شهنشاهه آمريڪي حاڪميت جا رکوالا آهن، ساڳيءَ طرح اسرائيل وري آمريڪي مفادن خاطر هر خطري کي منهن ڏيڻ جي لاءِ جنگي مورچي وارو درجو رکي ٿو. وچ اوڀر ۾ آمريڪي مفاد تيستائين محفوظ ۽ قائم ۽ دائم رهندا، جيستائين عرب شهنشاهتون پنهنجي سموري جاهه ۽ جلال سان موجود رهنديون ۽ اسرائيل جديد جنگي ٽيڪنالاجيءَ سان هٿياربند هوندو. وچ اوڀر ۾ عراق تي آمريڪي قبضي بعد عرب ملڪن ۾ آمريڪي جارحيت خلاف جيڪا نفرت ۽ ڪاوڙ جنم وٺي رهي آهي، تنهن نه فقط آمريڪا پر ان جي اتحادي ملڪن ۽ خاص ڪري عرب شهنشاهن کي حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ وچ اوڀر ۾ آمريڪي جارحيت خلاف اسرندڙ تحريڪن ۽ مزاحمتي گروپن کي ڪجهه ملڪن کي ڇڏي باقي عرب ملڪن جي حڪومتن جي حمايت حاصل نه آهي. هلندڙ مهيني جڏهن اسرائيل لبنان تي تازو حملو شروع ڪيو آهي ته ان کان ڪيترائي عرب ملڪ خاص ڪري سعودي عرب، مصر ۽ اردن نه فقط لاتعلق بڻيل آهن، پر هنن اسرائيلي فوج سان مهاڏو اٽڪائيندڙ حزب

الله کي قصور وار قرار ڏيندي ان تي تنقيد ڪئي آهي ۽ اڻ سڌي طرح ان کي جنگ جو ذميوار قرار ڏنو آهي. سڀ عرب حڪمران ان ڳالهه کان چڱي طرح آگاهه هوندا ته جڏهن گذريل سال 2005ع ۾ شامي فوج لبنان مان نڪري وئي هئي ته اهو انديشو موجود هيو ته اسرائيل حزب الله کي بهانو بڻائي لبنان تي ٻيهر قبضو ڪري وٺندو. پوءِ دنيا ڏٺو ته اهو انديشو 100 سيڪڙو صحيح ثابت ٿيو. اڄ خليل جبران جي ڌرتي لبنان کي بمن ۽ ٽينڪن ذريعي تاراج ڪيو پيو وڃي. گوريلا گروپن خلاف ڪارروائي بهاني معصوم عورتن ۽ ٻارن ٻڍن کي نشانو بڻايو پيو وڃي. لبنان جو انفراسٽرڪچر تباهه ڪيو پيو وڃي. شهرن کي کنڊر ۾ تبديل ڪرڻ جو ڪو به موقعو هٿان نه پيو وڃايو وڃي.

اسرائيل کي هن سڄي وحشياڻي ڪارروائي دوران آمريڪا، برطانيه ۽ ٻين يورپي ملڪن جي مڪمل سفارتي، اخلاقي ۽ فوجي حمايت حاصل آهي. لبنان جي معصوم ماڻهن جي قتل عام تي نه ته گڏيل قومن جي اداري جا در کڙڪن ٿا، نه وري سلامتي ڪائونسل کي عالمي امن ۽ سلامتي خطري هيٺ نظر اچي ٿي. آمريڪا طرفان اسرائيلي چڙهائي کي جائز قرار ڏيندي ان کي جاري رکڻ لاءِ جديد هٿيار موڪليا پيا وڃن. بي هٿيار ۽ ڪمزور قوم تي حملي جو جيڪو جواز ٻڌايو پيو وڃي، جيڪڏهن ان جو ڇيد ڪجي ته عالمي انصاف جي ڪٽهڙي ۾ مجرم طور آمريڪا، اسرائيل ۽ ان جا اتحادي بيٺل نظر ايندا. حزب الله کي آخرڪار هٿيار کڻڻ جي ضرورت ڇو پيش آئي. فلسطين جي ڌرتيءَ تي ناجائز اسرائيلي والار سميت يهودي رياست جا باقي عرب ملڪن جي عوام ڏانهن جارحاڻه رويا ئي حزب الله سميت ٻين ويڙهاڪ گروپن جي پيدائش جا اصل سبب آهن. جيڪڏهن آمريڪا ۽ ان جا اتحادي ملڪ آزاد فلسطيني رياست جي قيام کي يقيني بنائين، اسرائيل عرب جا سمورا والاريل علائقا خالي ڪري وڃي ۽ پر وارن ملڪن خلاف اڳرائي وارن ارادن کان باز اچي ته پوءِ ڪنهن کي به جهادي گروپ جوڙڻ جي ضرورت پيش نه ايندي. ڪو به ڳڀرو نوجوان هٿ ۾ قلم ۽ ڪاپي کڻڻ بدران ميزائيل، راڪيٽ ۽ ڪلاشنڪوف کڻڻ پسند نه ڪندو. اها هڪ تسليم ٿيل ڳالهه آهي ته امن سڀني کي پيارو آهي. امن ۽ سلامتيءَ جو ٺيڪيدار فقط آمريڪا ناهي، پر اها سموري انسانذات جي ميراث ۽ ضرورت آهي. رت ۽ باهه جي راند ۾ ڪير به ڪڏهن ڪاهي پوڻ جو شوق نه ٿو رکي. پر جيڪڏهن ڪنهن جي گهر تي قبضو ڪري ڪيس بيدخل ڪيو ويندو يا سندس خوشين ڀرئي گهر کي بارود سان ساڙي ڀسم ڪيو ويندو ته هو موٽ ۾ اوهان کي گل نه آڇيندو. بمن، گولين ۽ سنگينن سان ڪيڙي ٿيل زمين ۾ سرنهن جا گل نه ڦٽندا آهن. ان ڪري آمريڪا ۽ ان جا اتحادي جيڪڏهن واقعي عالمي امن جا خيرخواهه آهن، ته کين سڄي دنيا سان برابريءَ وارو سلوڪ ڪرڻو پوندو. ناانصافين ۽ حق تلفين جو خاتمو آڻڻو پوندو. ناجائز قبضا ختم ڪرڻا پوندا. دنيا جي ملڪن سان متڀيدي سلوڪ جو انت آڻڻو پوندو.

اڄ جڏهن اسرائيل لبنان جي ڌرتيءَ تي فوج ڪشي ڪئي آهي ته ان خلاف سڄي دنيا ۽ خاص ڪري مسلمان ملڪن منجهه ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ واڌ آئي آهي. هيڏي ساري انياءَ، ظلم ۽ زيادتي خلاف انصاف پسند عوام جو ڪاوڙ ۽ غصي ۾ اچڻ فطري عمل آهي. اڄ دنيا اندر لبنان تي حملي خلاف جيڪا احتجاج جي لهر موجود آهي، اها پرامن احتجاج جون سرحدون ٽپي جوابي ردعمل جو روپ اختيار ڪري سگهي ٿي. ان قسم جي ڪنهن به ردعمل کي دهشتگرديءَ ۽

انتهاپسنديءَ جو نانءُ ڏيڻ آمريڪا لاءِ اچ ڪالهه فيشن بڻجي ويو آهي. پر ڇا آمريڪا جي ٿنڪ ٽينڪ اهو نه ٿي ڄاڻي ته ناانصافيون هميشه خوفناڪ ردعمل کي جنم ڏينديون آهن. محرومي ۽ بي وسي مان جنم وٺندڙ نفرت واري باهه کي اجهائڻ لاءِ اڄ سوڌو دنيا ۾ ڪو اوزار ايجاد نه ٿي سگهيو آهي.

آمريڪا جنهن اچ ”دهشتگرديءَ خلاف عالمي جنگ“ جو نعرو هنيو آهي، اصل ۾ هو پاڻ ۽ سندس اتحادي ان قسم جي دهشتگرديءَ ۽ انتهاپسنديءَ جي افزائش جا ذميوار آهن. هر باشعور ماڻهو ڄاڻي ٿو ته جيڪڏهن اڄ به آمريڪا، افغانستان ۽ عراق مان پنهنجون فوجون واپس ڪري، ايران خلاف ڪارروائي واري ايجنڊا جو خاتمو آڻي، عرب ملڪن جي معيشت تان قبضو ختم ڪري ۽ اسرائيل فلسطين جي آزاديءَ کي تسليم ڪري والاريل علائقن مان نڪري وڃي ۽ پر وارن ملڪن جي سرحدن جو احترام ڪري ته دهشتگرديءَ جون ڪارروايون 90 سيڪڙو تائين ختم ٿي سگهن ٿيون. نه فقط باقي دنيا پر آمريڪا، اسرائيل، برطانيه ۽ سندن ٻيا اتحادي ملڪ پنهنجن سرحدن اندر حملن کان ڪافي حد تائين محفوظ رهي سگهن ٿا. جيڪڏهن اڄ به آمريڪا، اسرائيل ۽ سندس اتحادين هر مسئلي جو حل بندوق جي گوليءَ کي سمجهيو ته پوءِ ڪالهه ڪراچيءَ جي رستن تي طرفاني برسات ۾ پنهنجن اکين ۽ زبانن مان باهه جا شعلا اوڳاڇيندڙ ناريون جيڪي ڏيئر ۽ پٽ ڇٽينديون، انهن کي ليلیٰ خالد جي راهه تان ڪير به هٽائي نه سگهندو. غلامي، ذلت ۽ بيوسي خبر ناهي ته وڌيڪ ڪيترن اسامه بن لادنن کي جنم ڏيندي. لنڊن ۽ نيويارڪ سميت اڃا ڪيترا خوبصورت شهر نفرتن جي باهه ۾ ڀسم ٿيندا.

(چيپل، روزاني تعمير سنڌ ڪراچي، 1 آگسٽ 2006ع)

★★★

# سريلنڪا ۾ سياسي سڌارا ۽ تامل دهشتگردي

سريلنڪا جي صدر چندريڪا ڪمار تنگي گذريل هفتي ملڪ ۾ 12 سالن کان هلندڙ تامل دهشتگرديءَ جو خاتمو آڻڻ لاءِ جنهن امن پئڪيج جو اعلان ڪيو هو، سو تاملن جي هوڏ ۽ هٺ ڌرمي سبب ناڪاميءَ طرف وڌي رهيو آهي. چندريڪا ڪمارا تنگي گذريل هفتي 3 آگسٽ تي ملڪ ۾ لساني فساد ختم ڪرڻ ۽ امن جي قيام لاءِ جنهن پئڪيج جو اعلان ڪيو هو، تنهن نه صرف ديس ڌڻين يعني ملڪ جي اڪثريتي آباديءَ سنهالين کي تعجب ۽ حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو. پر خود دنيا جي ٻين اهڙين رياستن ۽ ملڪن جا اصل ديس ڌڻي به اچرج ۾ اچي ويا هئا، جتي پناهگيرن طرفان ان قسم جي دهشتگردي ڪنهن نه ڪنهن صورت ۽ شڪل ۾ موجود آهي.

صدر ڪمارا تنگي، امن جي قيام لاءِ جنهن غير معمولي ۽ انوکي قسم جي منصوبي جو اعلان ڪيو هو. تنهن موجب پارت کان لڌي آيل تاملن کي ڏکڻ ۽ اوڀر وارن علائقن ۾ هڪ خودمختيار حڪومت جوڙڻ جي آڇ ڏني وئي آهي.

صدر طرفان جن علائقن لاءِ خودمختياريءَ جي ڳالهه ڪئي وئي آهي. انهن علائقن ۾ ديس ڌڻين جيڪي مذهبي طور مسلمان آهن، جي گهڻائي رهائش پذير آهي. تنهن ڪري ان پئڪيج جي سريلنڪا جي ٻين سنهالي رهواسين سميت مسلمانن طرفان شديد مخالفت جي توقع آهي.

چندريڪا ڪمار تنگي، پنهنجي حڪومت جي امن پئڪيج جو اعلان ڪندي چيو آهي ته: ”موجوده حڪومت سريلنڪا ۾ موجود مڙني لساني گروهن جي مفادن ۽ بنيادي حقن جو تحفظ ڪندي.“ هن وڌيڪ چيو ته: ”اسان طاقت جي استعمال، رياستي تشدد ۽ تڪڙن سياسي مفادن حاصل ڪرڻ واري پاليسي کان پاسو ڪنداسين ۽ ملڪ ۾ پائيدار امن جي قيام لاءِ ڪوششون ڪنداسين. تاملن جي مڙني شڪايتن جو خاتمو آندو ويندو.“ صدر، سريلنڪا ۾ علحدگي پسند تنظيم ايل ٽي ٽي اي جي دهشتگرن خلاف هلندڙ فوجي آپريشن بابت چيو ته ”اهو آپريشن تامل عوام جي خلاف نه پر امن جي دشمن جي خلاف آهي.“

سريلنڪا جي صدر جي امن لاءِ خواهش ۽ ان جي حصول لاءِ انوکا قدم کڻڻ واري ڳالهه پنهنجي جاءِ تي ڪيتري به اهميت لائق چو نه هجي، پر ان خواهش جي تڪميل جو سڄو دارو مدار تاملن جي نيڪ نيتيءَ ۽ وطن دوستيءَ تي منحصر آهي. حڪومت جي پئڪيج جي تاملن طرفان اها موٽ ڏني وئي آهي جو هنن صدر چندريڪا جي امن پئڪيج جي اعلان کان صرف ٽي ڏينهن پوءِ گاديءَ واري شهر ڪولمبو ۾ بم هڻي 21 ماڻهو ماري ڇڏيا آهن. جنهن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته تامل ٽائيگرن کي حڪومت جو اهو امن منصوبو قبول ناهي.

سريلنڪا جي آزاديءَ کان پوءِ صدر ڪمارا تنگي اُها واحد اڳواڻ آهي، جنهن صرف امن خاطر تامل دهشتگردن ۽ پناهگيرن کي خودمختيار حڪومت ناهڻ جي آڇ ڏني آهي. جنهن موجب

تاملن کي مطمئن ڪرڻ لاءِ اختيارن جي مرحلي واري منتقلي ڪئي ويندي. منصوبي موجب تامل اڪثريت وارن ڏاکڻن ۽ اڀرندن علائقن کي ضم ڪري هڪ خودمختيار علائقي جي حيثيت ڏني ويندي. ان منصوبي کي آئيني تحفظ ڏيڻ لاءِ پارليامينٽ مان قانوني بل منظور ڪرايو ويندو. جنهن بعد ريفرنڊم ذريعي عوام جي راءِ ورتي ويندي.

امن پئڪيج لاءِ پارليامينٽ مان قانوني بل منظور ڪرائڻ ۽ بعد ۾ ان تڪراري مسئلي تي ريفرنڊم صدر چندريڪا لاءِ هڪ وڏو چئلينج ثابت ٿي سگهي ٿو. چاڪاڻ ته ڪوبه ديس ڌڻي يعني سنهالي عوام صرف امن خاطر پناهگيرن جي پنهنجي ڌرتي تي الڳ حيثيت ۽ ڌار وجود تسليم نه ڪندو. چاڪاڻ ته اها خودمختياري اُتي بيهي رهڻ بدران اڳتي هلي مڪمل علحدگيءَ جي شڪل اختيار ڪري سگهي ٿي.

تاملن جي هٿياربند تنظيم، ”لبريشن آف تامل ٽائيگرز ايلام“ (ايل ٽي ٽي اي) صدر ٽنگي جي پئڪيج کان وڌيڪ جي گهرجائو آهي. سندن مطالبو آهي ته ڏکڻ اوڀر واري علائقي کي ”خاص علائقو“ قرار ڏنو وڃي ۽ ان کي ٻين صوبن کان وڌيڪ خودمختياري ڏني وڃي. ان ڳالهه جو اندازو ان مان به لڳائي سگهجي ٿو ته پيپلز الائنس جي موجود حڪومت ۾ شامل هڪ تامل وزيرسوميا مورتي صدر چندريڪا کي تجويز پيش ڪئي آهي ته ڏکڻ اوڀر وارن علائقن مان تامل باغين کي چونڊن ڪرائڻ کانسواءِ پنجن سالن لاءِ اختيار ڏنا وڃن. ان صورتحال مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته تامل باغي صدر چندريڪا جي امن منصوبي کي قبول نه ڪندا. پر جيڪڏهن قبول به ڪيو ويو ته ديس ڌڻين سنهالين چواڻي تامل ان امن پئڪيج کي پنهنجي مڪمل خودمختياريءَ جو ذريعو بڻائيندا. جيڪڏهن نسلي ۽ لساني فسادن کي ختم ڪرڻ واري اميد ۽ آدرش هيٺ اختيار تامل دهشتگردن جي حوالي ڪيا ويا ته هو اڄ کان وڌيڪ طاقتور ۽ ملڪي سلامتيءَ لاءِ خطرو بڻجي سگهن ٿا.

سريلنڪا ۾ گذريل 14 سالن کان هلندڙ لساني فسادن ۾ هيل تائين 50 هزار ماڻهو موت جي منهن ۾ وڃي چڪا آهن. ان سڄي ويڙهه پويان تامل پناهگيرن جي بالادستي ۽ علحدگيءَ جي خواهش موجود آهي. اهوئي سبب آهي جو 1947ع کان پوءِ مختلف حڪومتن هن مسئلي جي نبيري لاءِ مختلف نمونن سان ڪوششون ورتيون آهن. انهن ڪوششن ۾ علحدگي پسندن خلاف فوجي آپريشن به ڪيا ويا ته ٻئي طرف سرچاءَ جا پئڪيج به ڏنا ويا، پر تامل ٽائيگر ڪابه ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار ناهن.

تامل، سريلنڪا جا اصل رهواسي ناهن. هنن جو اتان جي ڌرتيءَ تي ڪوبه تاريخي حق ناهي، هو ته 1940ع ۽ 1950ع جي وچ ۾ ڀارت جي موجوده رياست تامل ناڊو کان لڏ پلاڻ ڪري هتي پهتا هئا. جتي بعد ۾ اڪثريت ۾ ايندي ايندي هاڻ جدا ملڪ ۽ خودمختياري جي خوابن جي تعبير ڳولهي رهيا آهن. سريلنڪا ڏانهن تاملن جي لڏپلاڻ به برطانوي سامراجي آقائن جي نوآبادياتي منصوبابندي جو حصو هئي. جيئن اُٿندڙ تحريڪ ۽ آزادي جي جذبن کي ڪچلي سگهجي. برطانوي حڪمرانن سريلنڪا جي غلاميءَ واري دور ۾ سنهالين طرفان سندن بيگار وهڻ ۽ سستي مزدور طور ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ تي تامل ناڊو مان ماڻهن کي گهرائي نه صرف سريلنڪا ۾ مزدوري ڏني، پر ڪين پنهنجي وفادار طور اهم عهدن تي مقرر ڪيو. ان وقت

پاهران آيل تامل سنهالين کان وڏيڪ پڙهيل لکيل هئا. جنهن ڪري ڪين هتي اچڻ کان پوءِ برتري حاصل ٿي وئي. اهڙي طرح ڏاريا ڦورو آهستي آهستي مقامي ماڻهن جي ديس جي وحدت خلاف خوفناڪ صورت اختيار ڪري ويا. تامل ٽائيگرز جي دهشتگرديءَ ۾ جتي صرف 12 سالن اندر 50 هزار ماڻهو مري چڪا آهن.

صدر ڪمارا ٽنگي جو والد ۽ موجوده وزيراعظم مسز بندرا نائيڪي جو مڙس ۽ اڳوڻو وزاير اعظم سولو مان بندار نائيڪي به انهن فسادن جو کاڄ بڻجي چڪو آهي. جنهن کي 1959ع ۾ قتل ڪيو ويو. تاملن جا مطالبا ۽ خواهشون ديس جي اصل رهواسين يعني سنهالين جي قومي وجود ۽ حب الوطنيءَ سان ٽڪراءَ ۾ آهن، جنهن ڪري اڄ تائين ڪو به حڪمران اُنهن متعلق گهٽي اڳيرائي نه ڪري سگهيو آهي. ان سان حڪمرانن کي نه صرف اقتدار جي قرباني ڏيڻي پوندي، پر سنهالي اڪثريت جي مخالفت کي به منهن ڏيڻو پوندو.

ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته صدر چندريڪا ڪمارا ٽنگا موجوده امن منصوبي جو اعلان ڪري هڪ وڏي چئلينج کي قبول ڪيو آهي. جيڪڏهن امن منصوبو ڪاميابي حاصل نه ڪري سگهيو ته ان جا نه صرف موجوده حڪومت کي خراب اثر ڏسڻا پوندا. پر خود تامل دهشتگردن کي به خوفناڪ نتيجا ڀوڳڻا پوندا. چاڪاڻ ته هي امن پئڪيج حڪومت طرفان تاملن ڏانهن آخري امن جو پيغام آهي، جنهن کي قبول نه ڪرڻ جي صورت ۾ کين تباهه ڪن فوجي آپريشن کي منهن ڏيڻو پوندو. اهڙي طرح نه صرف گهرو ويڙهه ۾ تيزي ايندي، پر اها ويڙهه ۽ ان بعد فوجي آپريشن تامل دهشتگردن جي مڪمل خاتمي جو سبب بڻبو.

(چيپل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 20 آگسٽ 1995ع)

★★★

## فوجي آپيشاهي سٽيل ٿائيلينڊ ۾
## ڀيهر ڪمزور حڪومت

ٿائيلينڊ ۾ فوجي راڄ جي خاتمي کانپوءِ بيو ڀيرو چونڊن ۾ به ملڪ کي سياسي طور هڪ مستحڪم حڪومت نصيب ٿي نه سگهي آهي. 2 جولاءِ 1995ع تي 360 ميمبرن تي مشتمل ايوان نمائندگان ۾ ڪابه پارٽي واضع اڪثريت حاصل نه ڪري سگهي. جنهن ڪري ملڪ ۾ ڀيهر هڪ ڪمزور مخلوط حڪومت قائم ڪئي وئي آهي. چونڊن کان اڳ جڙيل مخلوط حڪومت، جنهن جو سربراهه وزيراعظم چاون ليڪ پائي هيو، موجوده وزيراعظم بنهارن سلپارچ جي حڪومت کان انتهائي گهڻو مضبوط هئي. پر پوءِ به ٽئين دنيا جي ملڪن وانگر مخلوط حڪومت ۾ شامل اتحادين کيس گهڻو وقت جٽاءُ ڪرڻ نه ڏنو. جنهن ڪري سيپٽمبر 1992ع ۾ فوجي جنتا جي خاتمي بعد جڙيل حڪومت پنهنجو چار سال مقرر مدو پورو ڪرڻ بدران ٻن سال اٺن مهينن جي مختصر عرصي کانپوءِ پڄاڻيءَ تي پهچي وئي.

ٿائيلينڊ جي ڪهاڻي به ٻين ترقي پذير ملڪن کان گهڻي مختلف ڪونهي. هن ملڪ ۾ 1932ع کانپوءِ گهٽ ۾ گهٽ 17 ڀيرا ڪامياب توڙي ناڪام فوجي بغاوتون ٿي چڪيون آهن. فوج ڪيئي ڀيرا چونڊيل حڪومتن جا تختا اونڌا ڪري پاڻ کي عوام مٿان مسلط ڪيو آهي. آخري ڀيرو سيپٽمبر 1992ع ۾ چاون ليڪ پائي جي ڊيموڪريٽ پارٽي انتهائي صبر آزما ۽ پر تشدد جدوجهد کانپوءِ عوام کي فوجي حڪمرانن مان نجات ڏياري ملڪ ۾ جمهوري راڄ قائم ڪيو.

ڊيموڪريٽ پارٽي جو سربراهه چاون ليڪ پائي سيپٽمبر 1992ع ۾ ٿيل چونڊن ۾ سوڀ حاصل ڪرڻ کانپوءِ به ملڪ ۾ اڪيلي سر حڪومت ٺاهڻ جي پوزيشن حاصل نه ڪري سگهيو. ڇاڪاڻ ته کيس پارليامينٽ جي هيٺين ايوان ۾ 360 سيٽن مان صرف 124 سيٽون حاصل ٿي سگهيون. جنهن ڪري کيس حڪومت ٺاهڻ لاءِ اين اي پي New Aspiration Party جو سهڪار حاصل ڪرڻ تي مجبور ٿيڻو پيو. ڊيموڪريٽ پارٽي جي اڳواڻ ۽ ٿائي وزيراعظم چاون ليڪ پائي مخلوط حڪومت جوڙڻ کانپوءِ فوجي جنتا طرفان آئين ۾ ڪيل عوام دشمن ترميمن جو خاتمو ڪرڻ لاءِ سنجيدگيءَ سان ڪوششون ڪرڻ شروع ڪيون پر سندس انهن عوام دوست ڪوششن کي ان وقت سخت ڌڪ رسيو، جڏهن اتحادي جماعت اين اي پي ساڻس سهڪار ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ سهڪار ڪرڻ جي بدلي ۾ حڪومت اندر وڌيڪ رعايتون ۽ اختيار طلبڻ شروع ڪري ڏنا. جيتوڻيڪ اين اي پي جي سربراهه چائوولٽ کي گهرو معاملن جي وزارت به ڏني وئي هئي. پر پوءِ به هو حڪومت کي هر وقت بليڪ ميل ڪندو رهيو.

اڳوڻي وزيراعظم چاون ليڪ پائي ۽ سندس اتحادي جماعت اين اي پي ۾ اختلاف ان وقت کلي طرح سامهون اچي ويا، جڏهن حڪمران جماعت مقامي عملدارن ۽ گهرو معاملن واري وزارت جا اختيار گهٽائڻ لاءِ آئين ۾ ترميم جو مسودو پارليامينٽ ۾ پيش ڪيو. چاون ليڪ پائي ان آئيني ترميم ذريعي اختيارن جي عدم مرڪزيت ۽ مقامي اختيارين کي وڌيڪ جوابده ڪرڻ طرف پيش قدمي ڪري رهيو هو. ان سان ملڪ ۾ جمهوري عمل کي ته استحڪام رسي ها، پر سندس اتحادي پارٽي اين اي پي وقتي طرح حاصل ڪيل فائدن ۽ رعايتن کان محروم ٿي وڃي ها. ان ڪري اين اي پي، ڊيموڪريٽ پارٽي سان دغابازي جو مظاهرو ڪندي، ان وقت ان ترميم جي سخت مخالفت ڪئي، جڏهن قانوني مسودو پارليامينٽ ۾ پيش ڪيو ويو.

چاون ليڪ پائي جي مخلوط حڪومت لاءِ اتحادي جماعت طرفان اوچتو مڪاري ۽ دغابازي هڪ خوفناڪ ڌڪ ثابت ٿيو ۽ ان اوچتي وار سبب سندس بنياد ئي لڏي ويا. پر چاون ليڪ پائي پنهنجي ڏاهپ ۽ سياسي تجربي سان ان جو تڪڙو توڙ ڪڍي ورتو. جيتوڻيڪ اين اي پي جي مخلوط حڪومت مان نڪري وڃڻ کان پوءِ حڪمرانن ڌر وٽ صرف 143 پارليامينٽ ميمبر رهجي ويا، پر پوءِ به وزيراعظم چاون هڪ ٻي جماعت ”چرٽ پٽانا پارٽي“ سان اتحاد ڪري اهو خال پري ورتو.

چاون ليڪ پائي جي مخلوط حڪومت کان اتحادي جماعت اين اي پي جي علحدگي نئين جمهوري حڪومت تي ڪو پهريون ۽ آخري وار نه هيو، پر اڳوڻن فوجي حڪمرانن جي باقيات جمهوري ادارن کي ڪمزور رکڻ ۽ حڪومت تي پنهنجي گرفت ٻيهر بحال ڪرڻ لاءِ ٻيا به ڪيترائي وار ڪيا. جن ۾ وڏو ۽ اثرائتو حملو ان وقت ڪيو ويو، جڏهن چاون جي حڪومت خلاف مخالف ڌر پارليامينٽ ۾ عدم اعتماد جي تحريڪ پيش ڪئي. جنهن وقت ان تحريڪ تي بحث هلي رهيو هو ته مخلوط حڪومت ۾ شامل ”پلانگ ڌرما پارٽي“ اتحاد کان الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪري ورتو. جنهن سان چاون حڪومت پارليامينٽ جي 46 ميمبرن جي اڪثريت کان محروم ٿي وئي، نئين صورتحال پيدا ٿيڻ کانپوءِ وزيراعظم پارليامينٽ کي ٽوڙي ڇڏيو ۽ ملڪ ۾ عام چونڊن ڪرائڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو.

اڳوڻي حڪومت جي خاتمي جو جتي اتحادي پارٽيون سبب بڻيون، اُتي اسان اڳوڻن فوجي حڪمرانن جي باقيات کي به نظرانداز نه ٿا ڪري سگهون، جيڪا مٿئين ايوان يعني سينيٽ ۾ اڪثريت سان موجود آهي. سينيٽ جي ميمبرن ۾ وڏو انگ انهن ماڻهن جو شامل آهي، جيڪي رٽائرڊ فوجي ڪامورا آهن، ڪين اڳوڻن فوجي حڪمرانن سينيٽ ۾ ٽاڪيو هو. هو اڄ به جمهوري حڪومت لاءِ خطري جو سبب بڻيل آهن ۽ هيٺين ايوان ۾ ٿيندڙ قانون سازي جي راهه ۾ رنڊڪون پيدا ڪري رهيا آهن.

6 جولاءِ 1995ع تي ٿيل عام چونڊون به ٿائيلينڊ جي سياسي منظر ۾ ڪا تبديلي آڻي نه سگهيون. صورتحال اڳ کان وڌيڪ خراب ٿي وئي. چونڊن جي نتيجن کان پوءِ جيڪا صورتحال اڀري آئي. اها هن طرح هئي: ”چرٽ ٿائي پارٽي“ 96 سيٽون ۽ چاون جي ڊيموڪريٽ پارٽي 82 سيٽون حاصل ڪيون جڏهن ته ٻيون سيٽون مختلف ننڍين پارٽين ۾ ورهائجي ويون. نئين منظر ۾ ڪابه پارٽي اڪيلي سر حڪومت جوڙڻ جي پوزيشن ۾ نه هئي. البت چاون جي ڊيموڪريٽ

پارٽي لاءِ اتحادين جي مدد سان مخلوط حڪومت جوڙڻ جا وڏا امڪان موجوده هيا. پر اڳوڻي وزيراعظم چاون ليڪ پائي پنهنجي ماضيءَ جي تجربي کي سامهون رکندي حڪومت جوڙڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جنهن بعد 96 سيٽون حاصل ڪندڙ ”چرٽ ٿائي پارٽي“ جي اڳواڻ بنهارن سلپارچ مخلوط حڪومت جوڙڻ جو ڪم تڪميل تي رسايو.

نئين وزيراعظم بنهارن سلپارچ جي مخلوط حڪومت کي 2 پارٽين جو ساٿ حاصل آهي. نئين وزيراعظم کي اڳوڻي حڪومت کان به وڌيڪ مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي. ڇاڪاڻ ته سندس پارٽي مڪمل طور اتحادين جي رحم ڪرم جي محتاج بڻيل آهي. ڪيس اتحادين کي راضي رکڻ ۽ ڇڄڻ کان بچائڻ لاءِ شروعات ۾ ئي ڪيتريون قربانيون ڏيڻيون پيون آهن. خاص ڪري ڪابينا جتي جوڙجڪ ۾ وڏ کان وڏ وزارتون اتحادين جي حوالي ٿي ويون آهن، پر پوءِ به ڪيس اتحادين جي نازن نخرن کي منهن ڏيڻ ۽ سندن بليڪ ميلنگ ۽ سياسي دغابازي کان بچڻ لاءِ وڏين چئلنجن کي منهن ڏيڻو پوندو.

بنهارن سلپارچ، ملڪ ۾ سماجي ۽ معاشي انقلاب آڻڻ لاءِ رٿابندي ڪرڻ ۾ مصروف آهي، ان ڏس ۾ هن پهراڙين کي ترقي وٺرائڻ ۽ قومي دولت مان ڪين پنهنجو جائز حصو ڏيڻ لاءِ قانون سازي طرف پيش قدمي ڪرڻ شروع ڪئي آهي، پر نئين قانون سازي لاءِ ڪيس نه رڳو اتحادي پارٽين کي اعتماد ۾ وٺي سندن سهڪار حاصل ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي، پر هيٺين ايوان ۾ ٿيل قانونسازيءَ کي سينيٽ مان منظور ڪرائڻ لاءِ به وڏي جدوجهد مان گذرڻو پوندو. ڇاڪاڻ ته سينيٽ تي فوجي آمريت نواز ميمبرن جو قبضو موجود آهي، جيڪي ڪڏهن به سولائي سان عوام دوست جمهوري قانون سازي ٿيڻ نه ڏيندا. جنهن ڪري ٿائيلينڊ جي عوام جون موجوده نئين حڪومت سان ڪي وڏيون اميدون ۽ آدرش وابستا ناهن. واقعي اها هڪ اڇرج جوڳي ڳالهه ٿيندي، جو موجوده حڪومت نه صرف پنهنجو 4 سال مدو پورو ڪري پر ملڪ ۾ اڳوڻين فوجي آمريتن جي مدي خارج سياسي ڪلچر جو به خاتمو آڻي سگهي.

(ڇپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 27 آگسٽ 1995ع)

★★★

## اڳوڻي يوگوسلاويا ۾ امن بابت
## آمريڪي منصوبو

اڳوڻي سوشلسٽ يوگوسلاويا جي رياستن بوسنيا، ڪروشيا ۽ سربن وچ ۾ جنگ هر گذرندڙ ڏينهن تي نوان اختيار ڪري رهي آهي. خاص ڪري صورتحال ۾ تڏهن کان وڏيون تبديليون اچڻ شروع ٿيون، جڏهن ڪروشيا، سربن جي قبضي هيٺ آيل پنهنجا شهر ۽ وستيون آزاد ڪرائڻ لاءِ جنگي ڪارروائي شروع ڪري ڏني. ڪروشيا طرفان جنگ ۾ ٽپي پوڻ ڪانپوءِ نه صرف جنگ جو نقشو ئي تبديل ٿي ويو آهي. پر جارحيت پسند سرب حملي آور پوزيشن بدران ڪنهن قدر پاڻ حفاظتي پوزيشن ۾ هليا ويا آهن. اها سڄي صورتحال بوسنيا جي ديس ڌڻين تي انتهائي بهتر اثر ڇڏي سگهي ٿي.

آمريڪا ۽ ناٽو جي ٻين ملڪن طرفان به هاڻ ٽن سالن کان هلندڙ ويڙهه کي ڪنهن ٺڪاڻي پهچائڻ لاءِ ڀيهر ڪوششون شروع ڪيون ويون آهن. ان سلسلي ۾ آمريڪا تازو بوسنيا ۾ امن بابت هڪ رٿ پيش ڪئي آهي. آمريڪا طرفان جون 1994ع ۾ بوسنيا هرتز گووينيا کي 51 سيڪڙو مسلمانن ۽ 49 سيڪڙو سربن حوالي ڪرڻ واري رٿ جو ڀيهر ورجاءُ ڪيو پيو وڃي. ان رٿ بابت بوسنيا جو پنهنجو موقف آهي، پر دائمي امن خاطر ڪجهه اثرانداز ٿيندڙ ملڪ ان رٿ کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ بي چين نظر اچي رهيا آهن. روس هن گهوٽالي کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪروشيا، سربن ۽ بوسنيا وچ ۾ ڳالهيون ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهي. جنهن ۾ هيل تائين ڪيس ڪا خاطر خواهه ڪاميابي حاصل ٿي نه سگهي آهي. جڏهن ته ناٽو جا ملڪ مسئلي جي حل ۽ جنگيندي لاءِ اثرائتيون ۽ تڪڙيون ڪوششون وٺي رهيا آهن. جيڪي رٿ ٺمائيندڙ هن ديس لاءِ ڪيتريون سودمند يا خطرناڪ ٿي سگهن ٿيون، ان جو اندازو اُهي ماڻهو ڪري نه ٿا سگهن جيڪي لوهي ديوارن وارن سرحدن اندر زندگيءَ جا سڀ سک ماڻي رهيا آهن. ڇا ڪو ماڻهو ان ڳالهه جو اندازو لڳائي سگهي ٿو ته جن پوڙهين مائرن جي جگر جا ٽڪرا ماريا ويا هجن. جن ونين جا ور گولين هٺان گهايا ويا هجن، جيڪي انتهائي ذلت ڀرئي انداز ۾ پنهنجي شهرن، ڳوٺن ۽ زمينن تان تڙيا ويا هجن، ويلي ويلي لاءِ گڏيل قومن طرفان خيرات ۾ مليل ماني ڳپن ڏانهن نهاريندا هجن، ان انتهائي بيوسي ۽ لاچاري واري حالت ۾ ڪين پنهنجو مادر وطن کي ٻن ٽڪرن ۾ ورهائڻ جي تجويز ڏني وڃي يا ان لاءِ دٻاءَ وڌو وڃي. انهن جي دل تي ڇا گذرندو هوندو.

آمريڪا طرفان رٿ ٺمائيندڙ بوسنيا ۾ امن لاءِ ورهاڱي وارو نسخو ڪيڏو به اڪسير ڇو نه هجي، پر اهو مادر وطن جي وحدت، آزادي، سالميت ۽ آبرو آڏو ٽڪي برابر به اهميت نه ٿو

لهڻي. ناٽو جا ملڪ ان ڳالهه تي ڳچ ڏيو بيٺا آهن ته جنگ سٽيل بوسنيا جي محفوظ علائقن مان گڏيل قومن جا امن دستا واپس گهرايا وڃن. جيئن اتي ناٽو جا ملڪ پنهنجي مضبوط ۽ اڻ شڪست يافته فوج مقرر ڪري مظلوم بوسنيا کي جارح سربن کان بچائين. ناٽو جي ملڪن جي ان نيت تي هونئن جيڪڏهن شڪ نه به ڪجي ها، پر جڏهن انهن ملڪن پاڻ ئي بوسنيا تي هٿيارن حاصل ڪرڻ جي پابندي مڙهي، کيس چوڪنيو بڻي سربن جي لانگ بوٽن ۾ اڇليو آهي، ته هاڻ شڪ کي پڪ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ ڪهڙا دليل تسلي ڏئي سگهن ٿا.

بوسنيا جي پرڏيهي وزير محمد سڪربي آمريڪا طرفان امن منصوبي متعلق پنهنجي ملڪ طرفان پهرين ردعمل جو اظهار ڪندي چيو آهي ته بوسنيا اڳوڻي يوگوسلاويا ۾ آمريڪي امن منصوبي جي نتيجن لاءِ ٻن مهينن جو وقت ڏئي سگهي ٿي. جيڪڏهن ان عرصي اندر امن قائم نه ٿي سگهيو ۽ مسئلي جو ڪو نبيرو نه ٿيو ته پوءِ جنگ کان سواءِ ٻيو ڪوبه رستو باقي نه بچندو.

ياد رهي ته اڄ 27 آگسٽ تي بوسنيا جا عملدر آمريڪا جي پرڏيهي معاملن واري اسسٽنٽ سيڪريٽري رچرڊ هولبروڪ سان امن منصوبي تي پئرس ۾ ڳالهه ٻول ڪندو. ڳالهين شروع ٿيڻ کان اڳ ئي بوسنيا جي پرڏيهي وزير سڪربي چتاءُ ڏنو آهي ته جيڪڏهن ڳالهيون ڪنهن نتيجي تي نه پهتيون ته پوءِ اسان لاءِ ان کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو نه رهندو ته جنگ ذريعي سربن تي ٻيهر دٻاءَ وڌايو وڃي ته جيئن هو امن جي قيام لاءِ رضامند ٿين.

اولهه جي ملڪن اميد ظاهر ڪئي آهي ته هلندڙ سال جي آخر تائين اڳوڻي يوگوسلاويا جي رياستن ۾ هلندڙ ويڙهه ۽ تڪرار پنهنجي پڇاڙي تي رسندو ۽ واسطيدار رياستون ڪنهن امن منصوبي تي رضامند ٿي وينديون. جارحيت پسند سرب اڳ جيڪي ڪنهن به امن منصوبي تي ڳالهائڻ يا عمل ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيندا هئا، سي به هاڻ ڪروشيا طرفان جنگ ۾ ٿيپي پوڻ ڪانپوءِ جنگ بدران ڳالهين کي ترجيح ڏئي رهيا آهن. ان سلسلي ۾ هو روس کي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ زور پري رهيا آهن. هن وقت تائين روس، آمريڪا جي يوگوسلاويا امن منصوبي تي ڪنهن به قسم جو ردعمل ظاهر نه ڪيو آهي. هو سڄي صورتحال کي خاموشي ۽ انتظار ڪيو واري پاليسي هيٺ ڏسي رهيو آهي.

هڪ طرف اڳوڻي يوگوسلاويا ۾ امن لاءِ آمريڪي منصوبو بحث جو موضوع بڻيل آهي، ته ٻئي طرف سرب گڏيل قومن طرفان ”سلامتي وارو خطو“ قرار ڏنل گورازدي ۽ سرائيوو تي مسلسل فوجي حملا ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ بوسنيائي فوج هر قسم جي اڳرائي کي منهن ڏيڻ لاءِ جنگ جي ميدان ۾ موجود آهي، پر بوسنيا تي مڙهيل هٿيارن جي پابندي ان آڏو تمام وڏيون مشڪلاتون پيدا ڪري ڇڏيون آهن. ڪجهه وقت اڳ اسلامي ملڪن جي تنظيم پنهنجي گڏيل اجلاس ۾ فيصلو ڪيو هو ته هو گڏيل قومن جي فيصلي جي انحرافي ڪندي بوسنيا کي هٿيارن جي امداد پهچائيندا. پر ان تي به اڃا سوڌو ڪو عمل نه ٿي سگهيو آهي. جنهن ڪري بوسنيائي فوج گهڻو وقت ننڍن هٿيارن سان پنهنجن شهرن جو دفاع نه ٿي ڪري سگهي.

هن مشڪل صورتحال ۾ ناٽو، گڏيل قومن تي دٻاءُ وجهي رهيو آهي ته هو گورازدي مان امن فوجون واپس گهرائن ته جيئن ناٽو جي ملڪن کي سربن خلاف هوائي حملن ۾ ڪابه تڪليف

پيش نه اچي. ناٽو جي ملڪن جي حڪمت عملي بابت ته في الحال ڪجهه نه ٿو چئي سگهجي. چاڪاڻ ته هو هيل تائين هن جنگ ۾ پنهنجو گهربل انصاف پريو ڪردار ادا ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهن. چا بوسنيا جو مظلوم عوام اها اميد رکي سگهي ٿو ته گڏيل قومن جي امن فوج جي واپسيءَ کان پوءِ گورازدي سربن جي جارحيت کان بچي سگهندو. چاڪاڻ ته هيل تائين اولهه جي ملڪن جو هن تڪرار بابت مؤقف ۽ ڪردار انتهائي مشڪوڪ رهيو آهي.

آزاد ذريعن موجب امن فوج جي واپسي ڪانپوءِ آمريڪا جي منصوبابندي هيٺ گورازدي جو مڪمل ڪنٽرول سربن حوالي ڪيو ويندو. ان جي عيوض سرب فوج کان بوسنيا جي گادي واري شهر سرائيوو جا قبضي هيٺ آيل پرپاسي وارا علائقا خالي ڪرايا ويندا. هن وقت بوسنيا جي 80 سيڪڙو علائقي تي سرب فوج قبضو ڪري ورتو آهي ۽ جارح فوج امن ڳالهين کان اڳ وڌيڪ علائقن تي قبضا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهي، جيئن امن ڳالهين دوران پنهنجا وڌ کان وڌ شرط مڃائي سگهجن. سرب فوج جي اڳواڻ آمريڪا جي امن منصوبي تي دبيل لفظن ۾ اعتراض اٿاريو آهي. سرب، امن منصوبي هيٺ بوسنيا جي اڌ علائقي کان وڌيڪ حصي جي گهر ڪري رهيا آهن، جيڪو 60 کان 70 سيڪڙو ٿي سگهي ٿو.

سربن طرفان وڌيڪ علائقا ڦٻائڻ ۽ انهن تي پنهنجي قانوني حيثيت تسليم ڪرائڻ واري هٺ آمريڪي امن منصوبي جي ناڪامي جا آثار پيدا ڪري ڇڏيا آهن. جڏهن ته خود بوسنيائي حڪومت به ان منصوبي سان سهمت ناهي. اهوئي سبب آهي جو بوسنيا جي صدر عاليجاهه عزت بيگوچ اعلان ڪيو آهي ته جيڪڏهن سرب جارحيت پسند ڪنهن به امن منصوبي تي رضامند نه ٿيا ۽ هنن گورازدي تي قبضو ڪرڻ لاءِ اڳرائي ڪئي ته ان جو ڀرپور مقابلو ڪيو ويندو ۽ اسان 15 سالن تائين وڙهي سگهون ٿا.

(ڇپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 27 آگسٽ 1995ع)

★★★

## روس ۾ پارليامينٽري چونڊن جو ڇهچٽو

گذريل ڪجهه هفتن کان روس جي چيچنيا مٿان فوجي چڙهائي وارين خبرن تي دنيا جي عظيم اڳواڻ ولاديمير لينن جي ديس ۾ پارليامينٽ جي چونڊن وارو ڇهچٽو غالب اچي رهيو آهي. هڪ طرف چيچنيا ۾ لشڪر ڪشيءَ وارو منظر پنهنجي اهميت وڃائي رهيو آهي ته ٻئي طرف ماسڪو ۾ صدر بورس يلتسن جي سياسي موڪلاڻي جا افواهه نئين دلچسپيءَ جو موضوع بڻجي رهيا آهن.

روس ۾ هيٺين ايوان يعني پارليامينٽ جون چونڊون 17 ڊسمبر 1995ع تي ٿي رهيون آهن. جنهن لاءِ هاڻي کان ئي ڪيترائي اميدوار ۽ اڻ ڳڻيون پارٽيون ميدان ۾ لهي پيون آهن. صدر يلتسن کي اقتدار کان الڳ ڪرڻ واري ڊوڙ ۾ سندس به وڏا مخالف شامل ٿي ويا آهن. هڪ طرف ڪميونسٽ پارٽيءَ جو اڳواڻ گناڊي زگانوف، يلتسن کي چونڊن ۾ شڪست ڏيڻ لاءِ تيارين ۾ مصروف آهي، ته ٻئي طرف اڳوڻي نائب صدر اليگزينڊر تسڪوئي جي ”گريٽ اسٽيٽ موومينٽ“ نئين حڪومت جوڙڻ جون دعوائون ڪرڻ ۾ مصروف آهي. اهي به پارٽيون ئي يلتسن لاءِ حقيقي خطرو بڻجي ميدان ۾ لٿيون آهن.

روس ۾ پارليامينٽ جي چونڊن جو اعلان ٿيندي ئي هن وقت تائين 262 سياسي پارٽيون وجود ۾ اچي چڪيون آهن. هر پارٽي جو اڳواڻ پاڻ کي روسي عوام جو صحيح نمائندو قرار ڏيڻ وارين دعوائن ۾ مصروف آهي. هيترين سارين پارٽين جي هوندي به اڃا تائين عوام ۾ چونڊن بابت ڪو گهڻو جوش، جذبو ۽ دلچسپي نظر نه پئي اچي. جڏهن ته ڏوهاري گروپن سان واسطو رکندڙ شخصيتون، منافع خور واپاري، رٽائرڊ ڪامورا ۽ عام قسم جا سياستدان پارليامينٽ ۾ سيٽ حاصل ڪرڻ لاءِ هڻ وٺ ۾ مصروف آهن. روس جي هڪ سياسي پارٽيءَ جي سربراهه اگوربيون موجب سياست جي ميدان ۾ اهڙا ماڻهو به اميدوار طور نظر اچي رهيا آهن، جيڪي ڪنهن شهر ته ڇڏيو پر هڪ ڳوٺ مان به ووٽ حاصل ڪري نه سگهندا.

روسي سياست تي نظر رکندڙ ماهرن جو چوڻ آهي ته هيترين سارين پارٽين جي وجود

جو سبب ملڪ اندر ماضيءَ ۾ جمهوريت جو نه هئڻ رهيو آهي. جيڪڏهن جمهوري عمل بنا ڪنهن رڪاوٽ جي جاري رهيو ته پارٽين جو تعداد خودبخود گهٽجي ويندو. خاص ڪري چونڊن جا ڏينهن ويجها اچڻ تي اڌ کان وڌيڪ سياسي پارٽيون مقابلي جي ميدان مان غائب ٿي وينديون.

روس جي سياست ۾ هن وقت به وڏيون پارٽيون موجود آهن، جن ۾ هڪ پارٽي ”گريٽ اسٽيٽ موومينٽ“ آهي. هن پارٽيءَ جو سربراهه الگزينڊر رتسڪوئي آهي. پاڻ نه صرف ملڪ جو اڳوڻو نائب صدر رهيو آهي، پر 1993ع ۾ يلتسن حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ واري بغاوت جو به سربراهه هيو. ٻئي طرف ڪميونسٽ پارٽي به عوام ۾ سياسي ساک رکندڙ آهي. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سربراهه گناڊي زگانوف پنهنجي پارٽيءَ جي وفدن سان ڳالهائيندي چيو آهي ته، ”اسان جي اڄ وڏو مقصد چونڊون کٽڻ آهي ۽ ان لاءِ اسان انتهائي سنجيده آهيون. اسان نه صرف چونڊون کٽڻ پر حڪومتي معاملا سنڀالڻ لاءِ به مڪمل تياري ڪري ورتي آهي.“

چونڊن بابت عوامي راءِ جو اندازو لڳائيندڙ ماهرن جو چوڻ آهي ته ڊسمبر ۾ ٿيندڙ چونڊن ۾ ڪميونسٽ پارٽي مقابلي جي ميدان ۾ اڳين صف ۾ موجود هوندي. پارٽيءَ جي سربراهه زگانوف چيو آهي ته سندس پارٽي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ آئين ۾ ترميمون آڻي حڪومت کي پارليامينٽ ڏانهن جوابده بڻائيندي. هن نه صرف حڪومت کي پارليامينٽ ڏانهن جوابده بڻائڻ جو واعدو ڪيو آهي، پر سندس اهو به چوڻ آهي ته هو روس ۾ صدارتي نظام جا مخالف آهن. ڪميونسٽ پارٽي ملڪ جي ڪمزور حالت کي موجوده سياسي نظام جي خرابي قرار ڏئي ٿي. جنهن ڪري سندس خيال ۾ روس کي صرف تڏهن ئي بچائي سگهجي ٿو، جڏهن موجوده سياسي نظام ۾ تبديلي آندي وڃي.

سڀ سياسي پارٽيون پنهنجي چونڊ مهم دوران منڊي جي سڌارن کانپوءِ پيدا ٿيل عوامي مشڪلاتن، ڏوهن ۾ واڌ ۽ عام ماڻهن جي ڪريل معيار زندگي کي بحث ۽ نعرن جو موضوع بڻائي رهيون آهن.

ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سربراهه زگانوف چونڊن دوران قومي سطح تي ٻين پارٽين سان گڏجي بلاڪ جوڙڻ وارن امڪانن کي رد ڪري ڇڏيو آهي. پر هو ڪاٻي ڌر جي گروپن سان الڳ الڳ ٽڪن ۾ اتحاد جو خواهشمند آهي.

ملڪ جي ٻي وڏي پارٽي ”گريٽ اسٽيٽ موومينٽ“ جي منشور جو اهم نقطو اڳوڻي سوويت يونين وارين سرحدن جي ٻيهر بحالي آهي. رتسڪوئي موجب، ”اسان جي پهرين اوليت عظيم تر روس جي اڳوڻي سوويت يونين وارين سرحدن جي ٻيهر بحالي آهي.“

رتسڪوئي جنهن وقت روس جي نائب صدر جي عهدي تي فائز هيو، ته هن 1993ع ۾ صدر يلتسن خلاف ٿيندڙ بغاوت جي سربراهي جا فرض سرانجام ڏنا هئا. ان بغاوت جا ناڪاميءَ کانپوءِ ڪيس ڪيترائي مهينا قيد رهڻو پيو، بعد ۾ ڪيس انساني بنيادن تي معافي ملي.

چونڊن جي هن ڇهڇٽي کان روس جو صدر بورس يلتسن ڪنهن به طرح غافل ۽ لاتعلق ناهي. ڇاڪاڻ ته ڊسمبر 1995ع ۾ چونڊجي ايندڙ پارليامينٽ، جون 1996ع ۾ ٿيندڙ صدراتي چونڊن تي اثر انداز ٿيندي. تنهن ڪري يلتسن جي خواهش ۽ ڪوشش آهي ته پارليامينٽ جي

چونڊن ۾ سنڌس حمايتي ميمبر چونڊجي اچن، جيئن هو سولائي سان ٻيهر صدر چونڊجي سگهي. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ صدر يلتسن وزيراعظم وڪٽر چرنو ميرڊن جي سرواڻي هيٺ نئون بلاڪ ”اور هوم رشيا“ (اسان جو گهر روس آهي) جوڙيو آهي. هن نئين بلاڪ کي اوچتو ان وقت سگهه ۽ وڏي حمايت ملي وئي، جڏهن ماسڪو جي طاقتور ميئر يوري لزڪوف سنڌس حمايت ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي. چرنو ميڊرن اعلان ڪيو آهي ته سنڌن بلاڪ انتهاپسندن خلاف ويڙهه ڪندو، ڇاڪاڻ ته انتهاپسند ڌريون روس ۾ جمهوري عمل ۽ سڌارن کي نقصان رسائڻ گهرن ٿيون.

روس ۾ 17 ڊسمبر تي ٿيندڙ چونڊن ۾ سوپ ڪير ماٽيندو، ان بابت ڪو به ماهر اڳڪٿي ڪرڻ لاءِ تيار نظر نه ٿو اچي. پر يلتسن جي خواهش هيٺ ٺهندڙ بلاڪ ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ وڏي مقابلي جا امڪان نظر اچي رهيا آهن. جڏهن ته گريٽ رشيا جو خواب ڏسندڙ رتسڪوئي صرف خوابن جي دنيا جو ئي شهزادو رهجي ويندو. ڇاڪاڻ ته روس جو عوام ”عظيم تر روس“ بدران بک، بدحاليءَ، ۽ بدامنيءَ جي خاتمي جو خواهشمند آهي.

(ڇپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 10 سيپٽمبر 1995ع)

★★★

## وچ اوڀر ۾ امن لاءِ ڪوششون ۽ لبيا جي وڌندڙ اڪيلائپ

آمريڪا جي ڪوشش سان وچ اوڀر ۾ اسرائيل جي تنهائي ختم ڪرڻ ۽ سندس دشمنن ۾ گهٽتائي ڪرڻ لاءِ جنهن ”امن ايجنڊا“ تي ڪم هلي رهيو آهي. تنهن نه صرف عربن جي دنيا ۾ ڪيئي انوکيون تبديليون آڻي ڇڏيون آهن. پر خود هن خطي ۾ ڪيترن عرب ملڪن کي تنهائي جو شڪار به بڻائي ڇڏيو آهي. اڄ ڪالهه اسرائيل سان سرچاءُ ڪرائڻ لاءِ جن ملڪن کي ايجنڊا تي رکيو ويو آهي، انهن ۾ اردن ۽ شام انتهائي اهميت لائق آهن. اها اهميت ان ڪري نه آهي ته هو عرب ملڪ آهن، يا اسلامي دنيا سان واسطو رکن ٿا. پر ڪين ان ڪري ريجهائڻ يا رام ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون پيون وڃن. ڇاڪاڻ ته سندن سرحدون يهودي رياست اسرائيل سان ملندڙ آهن. جيستائين مصر، شام ۽ اردن کي راضي نه ٿو رکيو وڃي، تيستائين فلسطينن کي داخلي خودمختياري ڏيڻ سان به اسرائيل خلاف دشمنين ۽ ناراضگين کي ختم نه ٿو ڪري سگهجي. هڪ طرف شام، اردن، مصر ۽ سعودي عرب آمريڪا جي حڪمت عملي هيٺ اهميت حاصل ڪري ويا آهن، ته ٻئي طرف وري عراق ۽ لبيا عرب ملڪ هجڻ جي باوجود جيئن پوءِ تيئن تنهائي ۽ اڪيلائپ جو شڪار ٿيندا پيا وڃن. هو نه صرف عرب دنيا ۾ پنهنجي اهميت وڃائي ويٺا آهن، پر عالمي سطح تي به ڪين ڪنهن حوالي سان اهميت لائق نه پيو سمجهيو وڃي. نئين تبديل ٿيندڙ عرب دنيا ۾ عراق ۽ خاص ڪري لبيا جو ڪو به ڪردار نه رهيو آهي.

لبيا جي ليڊر ڪرنل قذافيءَ ان تنهائي ۽ اڪيلائپ مان نڪرڻ لاءِ ڪجهه عرصو اڳ پنهنجي ملڪ اندر پورهيو ڪندڙ 30 هارو هزار کن فلسطينن کي نيڪالي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو هو. ان فيصلي هيٺ فلسطيني پورهيتن کي ٻيڙين ۽ سامونڊي جهازن تي سوار ڪري ملڪ مان ٻاهر ڪڍي اڻ ڇاڻايل سامونڊي ڪنارن تي ڦٽو ڪيو ويو، اهي فلسطيني ڪو سال ٻه اڳ لبيا ۾ غير قانوني طور داخل نه ٿيا هئا، نه ئي هو ملڪ اندر چوري ڇپي پورهيو ڪندا هئا. جو ڪين اوچتو خبر پوڻ يا سوگهو ٿيڻ ڪانپوءِ ملڪ نيڪالي ڏني وئي هجي. پر اهي بدنصيب ان وقت کان لبيا اندر پنهنجو گذر سفر ڪري رهيا هئا. جڏهن کان سندن ملڪ تي يهودي آبادڪارن طرفان زبردستي قبضو ڄمايو ويو. اسرائيلي قبضي کان پوءِ جلاوطن ٿيل هزارين فلسطيني مصر، شام، اردن ۽ لبنان سميت ٻين عرب ملڪن ڏانهن هليا ويا. لبيا جي معمر قذافي طرفان اوچتو فلسطينين خلاف هن آپريشن نه صرف عرب دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو، پر خود دنيا به سندس ان قدم تي عجب ۾ اچي وئي. ڇاڪاڻ ته عرب دنيا ۾ ڪرنل قذافي کي ”عرب ازم“ جو باني قرار ڏنو ويندو آهي.

ڪرنل قذافي جڏهن انقلاب ذريعي لبيا جي اقتدار جون واڳون سنڀاليون هيون، تڏهن هن

عربن جي اتحاد لاءِ پاڻ عرب ازم جو نعرو ڏنو هو ۽ سامراجيت ۽ يهوديت خلاف جنگ ڪرڻ ۽ سندن ناجائز قبضي ۽ جارحيت جو مڪمل خاتمو ڪرڻ جو ازم ظاهر ڪيو هو. قذافي اهو شخص هو، جنهن نه صرف پنهنجي ملڪ جي عوام ڪي جديد شعور ۽ آگاهي جو دڳ ڏسيو هو، پر ٻين عرب ملڪن کي به ڌارين جي اڻ سڌي حاڪميت خلاف متحد ٿيڻ جو سڏ ڏنو هو. هن ازم ظاهر ڪيو هو ته نه صرف فلسطينين کي يهودين جي جارحيت ۽ قبضي کان نجات ڏياري ويندي، پر مڙني عرب ملڪن ۽ ان جي عوام کي سامراجي تسلط کان ڇوٽڪارو ڏياريو ويندو. اهوئي سبب هو جو فلسطيني سندس ايجنڊا جو اهم نقطو هيا. پر تازو جڏهن هن فلسطينين کي بنا ڪنهن سبب جي ملڪ مان ڌڪي ٻاهر ڪڍيو، ته ان سان نه صرف عالمي سطح تي کيس خواري ۽ ذلت نصيب ٿي، پر هن 26 سال اڳ جنهن نظرئي هيٺ لبيا اندر انقلاب آندو هو، تنهن ازم ۽ وچن جي به مٽي پليٺ ٿي وئي.

ڪرنل قذافي ان وقت هزارين فلسطينين کي ملڪ نيڪالي ڏني، جڏهن ڪجهه ڏينهن اڳ اسرائيل ۽ فلسطيني لبريشن آرگنائيزيشن (پي ايل او) الهندي ڪناري ۾ فلسطيني حڪومت کي وڌيڪ اختيار ڏيڻ لاءِ معاهدي تي صحيحون ڪري چڪا هئا. ڪجهه ملڪ اهو سمجهي رهيا هئا ته ڪرنل قذافي کي ان معاهدي تي اعتراض هيو ۽ هن ياسر عرفات جي ان قدم خلاف نفرت جو اظهار ڪرڻ لاءِ فلسطينين کي دربدر ڪيو هو. پر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته جيڪڏهن ڪرنل قذافي کي ان معاهدي تي اعتراض هيو ته پوءِ ان وقت اسرائيل ۽ پي ايل او ۾ ڳالهين ۽ ابتدائي معاهدي جي مخالف ڇو نه ڪئي هئي، جڏهن 2 سال اڳ اهو عمل ۾ آيو هو. هيل تائين اسرائيل ۽ فلسطينين وچ ۾ سرچاءُ واري معاملي تي خاموشي اختيار ڪرڻ جو ڪهڙو جواز هيو. ان ڪري لبيا طرفان فلسطينين کي نيڪالي ڏيڻ جو اصل سبب اسرائيل پي ايل او ٿاهه نه هيو پر اصل ۾ لبيا ان قسم جو معاملو پيدا ڪري عالمي ڌيان جو مرڪز بڻجڻ چاهي پيو. هو پنهنجي وڌندڙ تنهائي ۽ اڪيلائپ خلاف ان طريقي سان احتجاج ڪري رهيو هو. ڪرنل قذافي دنيا طرفان لبيا کي وساري ڇڏڻ تي ان خلاف هڪ صدا بلند ڪري رهيو هو. پر افسوس جو ان صدا ۽ احتجاج جو شڪار 3 هزار اُهي فلسطيني بڻايا ويا، جن جو ان معاملي ۾ ڪو به قصور نه هيو، نه هو آمريڪي امن ايجنڊا تي اثر انداز ٿي پئي سگهيا ۽ نه وري سندن تڪليف ۽ اهنجن ڪري اسرائيل سان پي ايل او جا لاڳاپا خراب ٿي پئي سگهيا.

لبيا هن وقت نه عرب دنيا جي ڏک ۽ نه وري خوشين ۾ شامل آهي. ان کي ايترو ته پاسيرو ڪيو ويو آهي، جو هن عرب ملڪ مٿان لاڪربي ڪيس هيٺ گڏيل قومن طرفان پابنديون مڙهيل آهن. انهن پابندين خلاف ڪوبه آواز اٿارڻ وارو ناهي. لبيا جي عوام کي انهن پابندين سبب پهچندڙ نقصان ۽ تڪليفن ڏانهن ڪوبه عرب ملڪ يا ڪا ٻي دنيا ڌيان نه پئي ڏئي. ان ڪري لبيا جو ڪرنل قذافي دنيا جو ڌيان ڇڪرائڻ چاهي ٿو ته سندس خلاف هن انياءَ جو انت آندو وڃي. ساڻس به انصاف ڪيو وڃي.

لاڪربي ڪيس متعلق لبيا جي سربراهه جو مؤقف بلڪل صحيح آهي. آمريڪا ۽ برطانيه لاڪربي معاملي متعلق لبيا خلاف ڪو به ثبوت نه ڏئي سگهيا آهن ته ان تخريبي ڪارروائيءَ ۾ لبيا جي ٻن رهواسين جو هٿ هو. ان هوندي به لبيا جو مؤقف آهي ته هو انهن ٻن لبيائي باشندن

ڪي آمريڪا يا برطانيه جي حوالي ڪرڻ بدران ڪنهن ٽئين ملڪ حوالي ڪرڻ لاءِ تيار آهي. جيئن سندن مٿان ڪيس هلائي ثبوت مهيا ڪيا وڃن. پر هن معاملي تي آمريڪا ۽ برطانيه جي هٺ ڌرمي ڪنهن به آزاد ملڪ ۽ ان جي باوقار قوم طرفان تسليم ڪرڻ انتهائي اذيت ناڪ عمل هوندو. اولهه جا ملڪ لاڪربي ڪيس جو الزام نه صرف لبيا، پر ڪڏهن ڪڏهن ايران مٿان به مڙهيندا رهيا آهن. جنهن مان سندن بدنيتي وائکي ٿي پئي ٿي. ان ڪري لبيا مٿان لاڪربي ڪيس هيٺ مڙهيل پابنديون نه صرف عالمي اصولن جي سخت خلاف آهن. پر اهي عرب دنيا جي وقار مٿان به بدنما داغ آهن. ان ڪري ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته لبيا سان ٿيندڙ هن ناانصافي تي نه صرف عرب دنيا، پر سڀ آزاد ۽ انصاف پسند ملڪ آواز بلند ڪن.

هن وقت جڏهن گڏيل قومن جو ادارو پنهنجي 50 هين سالگرهه ملهائي رهيو آهي، ان وقت ان جي ميمبر ملڪن کي لبيا سان ٿيل ناانصافي خلاف آواز بلند ڪرڻ گهرجي. هونئن به جڏهن لبيا لاڪربي ڪيس ۾ ملوث قرار ڏنل ٻن لبيائي رهواسين کي ڪنهن ٽئين غير جانبدار ملڪ حوالي ڪرڻ لاءِ تيار آهي ۽ سندس مؤقف آهي ته انهن تي پلي آمريڪا ۽ برطانوي قانون هيٺ ڪيس هلي ته پوءِ ان خلاف هڪ طرف ڪارروائي جو ڪوبه بنياد نظر ڪونه ٿو اچي.

هتي هڪ ڳالهه ڪرنل قذافي کي به سمجهڻ گهرجي ته هو هاڻ ان پوزيشن ۾ نه رهيو آهي ۽ نه وري ماضيءَ واريون اهي حالتون ساڳيءَ طرح موجود آهن، جن هيٺ ”عرب ازم“ جي نعري هيٺ سڄي عرب دنيا ۾ هلچل پيدا ڪري ڇڏجي يا يهوديت ۽ سامراجيت خلاف ويڙهه جي للڪار هيٺ دنيا کان پنهنجو مؤقف تسليم ڪرائي سگهجي. ڇاڪاڻ ته عرب ملڪ وڏين تبديلين ڏانهن وڌي رهيا آهن. انهن کي پراڻن نعرن هيٺ پنهنجن انفرادي مفادن تان هٿ نه ٿو کڻائي سگهجي. نه وري ڪنهن ٻئي برادر ملڪ خاطر پنهنجون خوشيون قربان ڪري سگهن ٿا. ڇاڪاڻ ته عرب دنيا ڏاڍي تبديل ٿي چڪي آهي.

(ڇپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 21 آڪٽوبر 1995ع)

★★★

## فرانس جا ايٽمي ڌماڪا ۽ دنيا جو امن

دنيا اندر ايٽمي هٿيارن جي تياريءَ ۽ ڦهلاءُ تي بندش لاءِ ٿيندڙ گهڻ طرفيون ڪوششون، جتي پنهنجا مثبت نتيجا حاصل ڪري رهيون آهن، اتي ڪجهه ملڪن طرفان ايٽمي طاقت بنجڻ واري خواهش به ڏينهون ڏينهن جنونيت جا سپ ليڪا لتاڙي رهي آهي. اهو جنون يا خواهش ڪا ايٽم بم يا ٻين تباهي ڦهلائيندڙ هٿيارن سان محبت يا چاهت ناهي، پر اصل ۾ دنيا اندر اڳ ئي موجود ايٽمي طاقتن کان خوف ۽ ڊڄ تي بيٺل آهي. ڪيترن ئي فوجي لحاظ کان ڪمزور ملڪن کي هر وقت پنهجي وجود ۽ بقا متعلق خطرو موجود آهي، ان ئي خطري کي گهٽ ڪرڻ لاءِ نه چاهيندي به اهي طريقا استعمال ڪيا وڃن ٿا، جن ڏانهن عام رواجي حالتن ۾ سوچڻ به گناهه تصور ڪيو ويندو آهي. ڇا ڪو ملڪ يا قوم اهو چاهيندي ته هن جي خوفناڪ هٿيارن جي استعمال سان هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ جهڙا سوين شهر تباهه ۽ برباد ٿي وڃن. انسانن سميت پکي پکڻ، مال متاع، وڻ ٽڻ ۽ ساوا ساوا کيت گهڙي پل اندر خاڪ ٿي وڃن. پر پوءِ به صرف پنهنجي مخالف قوت جي بليڪ ميلنگ، ناجائز دٻاءُ ۽ اڳرائي وارن ارادن جو توڙ ڪڍڻ لاءِ فرانس ۽ چين ته ٺهيو، پر هندستان، پاڪستان، ايران به ايٽمي هٿيارن کي پنهنجي جياپي جو هڪ ذريعو سمجهن ٿا ۽ ان لاءِ هو پنهنجي بجيٽ ان مقصد لاءِ ٻاهه جي ٻٺيءَ ۾ ٻارڻ ٻٽائڻ لاءِ تيار آهن.

اولهه جا ملڪ ۽ خاص ڪري آمريڪا اڄ ڪالهه ايٽم جي عدم ڦهلاءُ جا سپ کان وڏا داعي آهن ۽ هو ڪنهن به ملڪ کي ايٽمي طاقت بنجڻ کان روڪڻ لاءِ هر اهو طريقو استعمال ڪرڻ کان نه ٿا گسن، جيڪو سندن وس ۾ آهي. ڪنهن ملڪ جي اقتصادي ناڪا بندي ڪئي پئي وڃي، ته ڪنهن کي جوابي حملي رستي سبق سيکارڻ جون ڌمڪيون ڏنيون پيون وڃن. ڪڏهن چين ۽ ايران خلاف واويلا ڪئي ٿي وڃي ته ڪڏهن پاڪستان کي لٺ ۽ ڇٽ سان راضي ڪرڻ جا جتن ڪيا ٿا وڃن. پر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته آخرڪار اولهه جا ملڪ انهن سببن تي ويچار ڪرڻ يا انهن کي کلي دل سان تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڇو نه ٿا ٿين، جن جي ڪري ڪجهه ترقي يا فته ۽ ترقي پذير ملڪن کي اها ڏکي واٽ اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن آمريڪا، روس ۽ اولهه جا ٻيا ملڪ پاڻ ايٽمي قوتون نه بنجن ها يا آمريڪا وانگر ان جي استعمال توڙي ان جي استعمال ڪرڻ جي ڌڙڪي جو سبب نه بڻجن ها ته خوفناڪ هٿيارن جي هي ڊوڙ شروع ئي نه ٿي سگهي ها.

اڄ چين، فرانس، ايران، هندستان، پاڪستان ۽ ٻين ملڪن تي عالمي امن تباهه ڪرڻ جو الزام هڻندڙ، اهو ڇو ٿا وسارين ته جنهن خوفناڪ راند جي ابتدا هنن پاڻ ئي ڪئي هئي. ان ۾ ٻيا

ملڪ به مجبورن شامل ٿي ويا آهن. ترقي پذير يا ايٽمي صلاحيت نه رکندڙ ملڪن اڄ جيڪو سفر شروع ڪيو آهي، اولهه جي ملڪن خاص ڪري آمريڪا ۽ روس ته اها منزل ماڻڻ کانپوءِ به ان معاملي ۾ ايتري اڳڀرائي ڪئي آهي، جو ان تي پهچڻ لاءِ ترقي پذير ملڪن کي اڃا سوين سال گهرجن. اسٽار وار پروگرام، خلا مان خلا ۾ وار ڪندڙ ڏور مار ميزائيل سسٽم، سيارن رستي دنيا جي جاسوسي ڪرڻ جا طريقا، مخالف ملڪ جي اليڪٽرانڪ سسٽم کي جام ڪرڻ جا گُر ڪنهن ٽين دنيا جي ملڪ کي نه، پر روس ۽ آمريڪا کي ئي حاصل آهن. ان صورتحال ۾ باقي دنيا مان اها اميد رکڻ ته هو پنهنجي ممڪن دفاع کان به بي نياز بڻجي، عالمي طاقتن جي خواهشن جي غلام بڻجي ويندي، ناممڪن ڳالهه لڳي ٿي.

اسان جو هتي ڪو به اهڙو مطلب ناهي ته دنيا اندر ايٽمي هٿيارن جي تياري ۽ ڦهلاءُ کي نه روڪيو وڃي، يا ان رجحان جي حوصلي شڪني نه ٿيڻ گهرجي. پر سوال اهو آهي ته جيستائين خود وڏيون طاقتون مهلڪ هٿيار تيار ڪرڻ کان پاسو نه ڪنديون ۽ اڳ موجود ايٽمي هٿيارن کي تباهه ڪرڻ لاءِ اڳڀرائي نه ڪنديون، تيستائين ڪنهن به ملڪ کي ان ڳالهه جو رضا خوشيءَ توڙي دٻاءُ ۽ زبردستيءَ سان پابند ڪري نه ٿو سگهجي. هتي اسان هندستان ۽ پاڪستان جو ننڍڙو مثال پيش ڪرڻ گهرون ٿا. ٻنهي ملڪن ۾ پنهنجي وجود کان وٺي ڪيئي ڀيرا تڪرار موجود آهن، پاڪستان توڙي هندستان اڃا سوڌو هڪ ٻئي کي دلي طور تسليم نه ڪيو آهي. ٻنهي طرفن کان موجود مذهبي توڙي جنگي جنون ڪڏهن ڪڏهن پاڳلپڻي وارين حدن کي به اورانگي ويندو آهي. ڪشمير مسئلي سيڙهه جي ڪنڊي واري حيثيت اختيار ڪري ورتي آهي. ان ئي مسئلي تي نه صرف ٽي جنگيون ٿي چڪيون آهن. پر خود پاڪستان جو هڪ حصو ان کان الڳ ٿي چڪو آهي. ان صورتحال ۾ جيڪڏهن ڪنهن به هڪ ڌر وٽ ايٽمي صلاحيت موجود آهي ته پوءِ ٻي ڌر مان اها توقع ڪيئن ٿي رکي سگهجي ته هوءَ پنهنجي تحفظ يا امڪاني خطري کان بچڻ لاءِ ساڳي واٽ اختيار نه ڪندي. اها ساڳي صورتحال ٻين انهن ملڪن سان به لاڳاپيل آهي، جيڪي ان قسم جي خطرن ۽ انديشن جي گهيري ۾ آهن.

اڄ ڪالهه فرانس طرفان لڳاتار ايٽمي ڌماڪا ڪيا پيا وڃن. جنهن تي آمريڪا ۽ ان جا اتحادي ڏاڍا مڇريل نظر اچي رهيا آهن. جڏهن ته ان کان اڳ چين ۽ ايران سميت پاڪستان کي به ساڳي طرح جي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ کي منهن ڏيڻو پيو هو. گذريل ڏينهن فرانس پئسفڪ سمنڊ اندر ڪجهه ئي مدي اندر ٽيون ايٽمي ڌماڪو ڪيو آهي. 60 ڪلو ٽنن جي هن ايٽم بم، جيڪو هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي ڪيرايل آمريڪي ايٽمي بمن کان چئوڻ تي طاقتور هو. فرانس جي پروارن ملڪن ۽ خاص ڪري پئسفڪ سمنڊ سان لاڳاپيل ملڪن کي ڏاڍو پريشان ڪري ڇڏيو آهي. فرانس جي ايٽمي ڌماڪن تي آمريڪا، جپان، ڏکڻ ڪوريا، نيوزيلينڊ ۽ ٻين ملڪن ڏاڍي ڳڻتيءَ جو اظهار ڪندي چيو آهي ته ان سان فرانس جي عالمي ڪردار تي خراب اثر پوندو. مٿين ملڪن جي لفاظي احتجاج کانسواءِ خود فرانس اندر عوام طرفان نندي پيماني تي ڌماڪن خلاف مظاهرا ڪيا ويا آهن.

فرانس جي ايٽمي ڌماڪي تي دنيا طرفان ردعمل يا اُتان جي عوام طرفان احتجاج ڪا انوکي ۽ اچرج جوڳي ڳالهه ناهي. عالمي امن لاءِ اهو عمل هڪ سٺو سنوڻ آهي. پر هتي اسان

آمريڪا سميت انهن ٻين ملڪن جي عوام کي به اپيل ڪنداسين ته هو به پنهنجن ملڪن جي ايٽمي سگهه ۾ ان مان جوڙيل خوفناڪ هٿيارن خلاف آواز بلند ڪن. جيئن اڳ ئي ايٽمي قوتون بڻجي ويل ملڪ نه صرف پنهنجي جوهري مرڪزن ۾ پيانڪ هٿيارن جي تياري بند ڪن، پر هڪ اهڙي عالمي معاهدي ڏانهن اڳتي اچن، جيئن عالمي سطح تي نه صرف خوفناڪ هٿيارن جي تياري کي بنجو اچي، پر اڳ موجود هٿيارن کي تباهه ڪرڻ جو به ڪو امڪان پيدا ٿي پئي. ٻي صورت ۾ دنيا اندر ايٽمي عدم ڦهلاءَ وارا خواب صرف خوبصورت خواب ئي رهجي ويندا.

(چپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 31 آڪٽوبر 1995ع)

★★★

## اسرائيلي وزيراعظم رابن جو موت ۽ وچ اوڀر ۾ امن جي خواهش

4 نومبر تي هڪ يهودي انتها پسند هٿان اسرائيلي وزيراعظم اسحاق رابن جي قتل سان وچ اوڀر ۾ سرچاءَ ۽ امن واري خواهش کي زبردست ڌڪ لڳو آهي. رابن، اسرائيل جو اڪيلو ڌرتي ڄائو حڪمران هو، جنهن جنگ سٽيل ۽ باهه اوڳاڇيندڙ خطي ۾ امن جو ٻوٽو پوکيو. پر جڏهن اهو سدا بهار ٻوٽو سرهاڻ ۽ سڳنڌ وارو ثمر ڏيڻ جي عمر تي پهچڻ وارو هو ته ان جي خالق کي ان جي ثمر کان محروم ڪيو ويو.

گذريل اڌ صديءَ کان عرب دنيا اندروني ويڙهه، سرحدي جنگين ۽ دهشتگرديءَ جو اڏو بڻيل رهي آهي. ڪٿي مدي خارج شهنشاهتون قائم آهن ته ڪٿي وري جنگجو فوجي جرنيل عوام جي اڇي ڪاري جا مالڪ بڻيا ويٺا آهن. انتها پسند مذهبي تنظيمن ته هن خطي کي دوزخ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. مذهب جي نانءُ جو غلط استعمال جيترو هن خطي ۾ ٿيو آهي، اوترو شايد دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ نه ٿيو هجي. مسلمان هجن يا يهودي ۽ عيسائي هڪ ٻئي جي ئي رت جا پياسا بڻجي ويا آهن. هن خطي ۾ جنونيت پاڳلپڻي ورايون حدون به اورانگهي چڪي آهي. هيل تائين 11 سربراهه ان جي باهه ۾ پسم ٿي چڪا آهن. اڃا به خبر ناهي ته ڪيترن ماڻهن کي رت ۽ باهه جي اوڙاهه ۾ ڌڪيو ويندو.

جيڪڏهن عرب دنيا اندروني نااتفاقين، آپيشاهيءَ ۽ ننڍڙن مفادن خاطر مستقل دشمنين جو ميدان نه بڻيل هجي ها ته اڄ فلسطيني ٻين جي درن تي دربدر نه هجن ها، اسرائيلي جارحيت ۽ اڳرائي موجوده شڪل نه وٺي سگهي ها. اسرائيل جي تشدد ۽ والار پسندي واري روپ پٺيان جتي ٻيا ڪيترائي سبب موجود آهن، اتي عرب دنيا جي ڪمزورين، نااتفاقين، غلط حڪمت عملين ۽ ڇڙواڳي به پنهنجا عرب دشمن منفي اثر ڏيکاريا آهن. جيڪڏهن عرب دنيا پاڻ ئي زواليت جو شڪار نه هجي ها ته هڪ ننڍڙي ماڪوڙيءَ جيترو ملڪ هيڏين اجگر قوتن جي گهيري ۾ هجڻ باوجود گولان جي پهاڙين، الهندي ڪناري ۽ لبنان جي ڪُڇ حصي تي والار نه ڪري سگهي ها.

اسان تسليم ڪريون ٿا ته اسرائيل کي طاقت ۽ قوت بخشيندڙ ۽ سندس جنگي جارحيت کي هٿي ڏيندڙ آمريڪا ۽ برطانيه سميت اولهه جا ٻيا ملڪ به رهيا آهن. پر عرب ملڪن، پنهنجي دشمن جي اتحادين سان جيڪو لاڳاپو رکيو آهي ۽ انهن سان دوستين جا جيڪي معراج ماڻيا آهن. ان ۾ قصور وار صرف اسرائيل کي قرار ڏئي نه ٿو سگهجي. سعودي عرب، مصر، اردن، ڪويت وغيره آمريڪا جا پڳ مٽ يار رهندي به اسرائيل کي پنهنجي اڳرائي وارن مقصدن کان باز رکي نه سگهيا. فلسطينين کي دربدر ٿيڻ کان بچائي نه سگهيا. لبنان کي تباهه، برباد ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ کان بچائي نه سگهيا. لبيا تي پابندين خلاف ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍي سگهيا. عراق سان پاڻ نبيرو ڪرڻ بدران ان خلاف عالمي طاقتن جي فوجي ڪٽڪن کي ڪاهي آيا. اڄ به عراق ۽ لبيا

جو عوام عرب ملڪن جي ڪانئرپڻي جي سزا ڀوڳي رهيو آهي.

عرب دنيا کي اسرائيل جهڙي ننڍڙي ملڪ هٿان جيڪا ذلت ۽ خواري نصيب ٿي آهي. ان جو هڪ وڏو سبب اهو به رهيو آهي ته اتان جي حڪمرانن ۽ عوام وچ ۾ وڏيون وٿيون ۽ وڇوٽيون رهيون آهن. شهنشاهن عوام سان جيڪو سلوڪ ڪيو آهي، تنهن عوام کي نراسائين ۽ ويڳاڻپ جي کُن ۾ اڇلي ڇڏيو آهي. عوام جا حڪومتن سان لاڳاپا ايترا ته خراب رهيا آهن، جو جڏهن به ملڪ خلاف ڪا جارحيت ٿي آهي ته ان کي ملڪ نه پر حڪمرانن خلاف جنگ سمجهي عوام ان کان پري رهڻ گهريو آهي. ان ئي سبب ڪري وچ اوڀر جا حڪمران ۽ عوام به الڳ الڳ جنسون ٿي رهجي ويا آهن. جڏهن ته اسرائيل، وچ اوڀر جو ملڪ هوندي به جمهوريت جي ڏاڪي ۾ عوام ۽ حڪمرانن کي تسبيح جي داڻن وانگر پوئي ڇڏيو آهي. هڪ اڳرائي پسند ملڪ جي سياستدانن جي اخلاقيات ۽ سياسي سمجهه ته ڏسو جو جڏهن وزيراعظم رابن جي قتل کانپوءِ قائم مقام وزيراعظم شمعون پيريز اقتدار جون واڳون سنڀالي ٿو ته اتان جي مخالف ڌر لڪوڊ پارٽي جو سربراهه نئين حڪمران سان تعاون ڪرڻ جو اعلان ڪري ٿو. لڪوڊ پارٽي جو سربراهه بينجمن اسرائيلي ٽيليويزن کي انٽرويو ڏيندي چوي ٿو ته، ”جمهوريت ۾ حڪومتون قتل سان نه پر چونڊن سان تبديل ٿينديون آهن.“

وچ اوڀر ۾ اسرائيل کي سيڙهه جي ڪنڊي واري حيثيت رهي. جنهن ڏينهن کان هن رياست جو مذهب ۽ نسل جي بنياد تي وجود ٿيو آهي، ان ڏينهن کان هن خطي جي ڌرتي تتل ٿامون بڻجي وئي آهي. مذهب جي بنياد تي نه صرف هي ڌرتي فلسطينين کان خالي ڪرائي وئي پر سڄي دنيا مان تڙيل يهودين لاءِ هن ملڪ جون سرحدون کوليون ويون. ڌرتي ڌڻين کي دربدر ڪري روس، آمريڪا، جرمني، برطانيه ۽ ٻين ملڪن مان يهودي آڻي صرف مذهب جي بنياد تي هڪ هنڌ ڪٺي ڪيا ويا. اسرائيل ۾ آباد ٿيندڙ يهودين جي نه قوم ساڳي هئي، نه ساڳي ٻولي ڳالهائيندڙ هئا، پر صرف هڪ جنون جي بنياد تي کين متحد ۽ منظم ڪيو ويو. سندن اتحاد ۽ ٻڌي کي برقرار رکڻ لاءِ سندن ذهنن مٿان عرب ملڪن ۽ دربدر ٿيل فلسطينين جو خوف ۽ ڌڪاءُ سوار ڪيو ويو. جنهن ڪري خوف ۽ محروم ٿيڻ واري احساس هيٺ سندن وچ ۾ قوم ۽ ٻوليءَ جي بنيادن تي تضاد دٻيل رهيا. هو پنهنجي ناجائز وجود جي بقا لاءِ ايڏا ته وحشي بڻجي ويا، جو هنن پاڻ کي مهذب ۽ جمهوريت پسند سڏائيندي به هٽلر ۽ موسوليني جي ظلمن ۽ شرمناڪين کي به مات ڏئي ڇڏي. مصر ۽ شام، لبنان ۽ اردن خلاف اڳرايون ڪيون ويون. لبنان کي پنهنجي وحشپڻي جو مرڪز بڻائي ڇڏيو. عراق خلاف به توسيع پسندي ۽ جارحيت کان نه ڪيٻايو ويو. پر ڌرتي کان ڌڪجي ڌار ڪيل فلسطيني سندن هر اڳرائي آڏو لوهه جي ديوار بڻجي ويا. فلسطينين پي ايل او جي پليٽ فارم تان اسرائيل خلاف جنهن تحريڪ جو آغاز ڪيو، تنهن هيترن سارن عرب ملڪن جو نڪ ۾ دم ڪندڙ اسرائيل کي گوڏا کوڙڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

فلسطينين جي اڻٿڪ جدوجهد جي نتيجي ۾ نه صرف عرب دنيا جي عوام ۾ سجاڳي اچڻ لڳي پر وچ اوڀر سان مفاد رکندڙ ملڪ به هن مسئلي جو ڪو نه ڪو حل سوچڻ تي مجبور ٿي پيا. اسرائيل جو امن ۽ استحڪام ايتري قدر ته خطري ۾ پئجي ويو، جو هو پنهنجي دشمنن سان هڪ ٽيبل تي ويهڻ لاءِ تيار ٿي ويو. آمريڪا ۽ برطانيه جهڙا ملڪ، جيڪي ڪالهه ياسر عرفات

ڪي دهشتگرد قرار ڏيندا هئا، سي سندس استقبال ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا. هڪ طرف فلسطينين جي لڳاتار جدوجهد ۽ جستجو دنيا کي هن مسئلي ڏانهن متوجهه ڪيو، ته ٻئي طرف ڪويت تي عراقي چڙهائي کان پوءِ شروع ٿيندڙ نار جنگ آمريڪا ۽ اولهه جي ملڪن کي وچ اوڀر متعلق پنهنجن پاليسين ۽ حڪمت عملين ۾ تبديلي آڻڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. عراق، شام ۽ لبيا ڏينهون ڏينهن اسرائيل جي وجود لاءِ خطري جي گهنڊ ثابت ٿيا. ڪيترن ئي عرب ملڪن جا حڪمران ۽ شهنشاهه ته آمريڪا جا دوست هجڻ ڪري اڻ سڌي طرح اسرائيل جا به يار بڻيل هئا، پر اندر ئي اندر عوام منجهه جيڪا سجاڳي پئدا ٿي رهي هئي. تنهن شهنشاهن سميت سندن پرڏيهي آقائن کي به ڏڪائي ڇڏيو. ان لاءِ ضروري هيو ته اسرائيل جي چوڌاري ڪُر ڪٽندڙ خطرن جو خاتمو آندو وڃي. جيئن هي يهودي رياست مستقل خوف واري حالت مان ٻاهر نڪري سگهي.

مٿين ئي سببن جي ڪري آمريڪا ۽ اولهه جي ملڪن سيپٽمبر 1993ع ۾ اسرائيل ۽ پي ايل او وچ ۾ ”اوسلو ٺاهه“ ڪرايو. هي ٺـاهه دنيا جي تاريخ ۾ هڪ انوکي قسم جو واقعو هو. ٺاهه ڪندڙ ڌريون يعنيٰ اسرائيل جي ليبر پارٽي جي سربراهه ۽ وزيراعظم اسحاق رابن ۽ پي ايل او جي سربراهه ياسر عرفات هن ٺاهه ذريعي هڪ طرف اڌ صديءَ کان هلندڙ دشمني ۽ ويڙهه کي دوستي ۽ امن ۾ تبديل ڪيو هو ته ٻئي طرف هنن پنهنجو وجود ئي داءَ تي لڳائي ڇڏيو هو. چاڪاڻ ته ٻنهي طرفن کان موجود انتها پسند ان قسم جي معاهدي کان خائف هئا. اسرائيل جي وزيراعظم رابن پنهنجي ملڪ جي سالميت ۽ استحڪام آڏو ناچ ڪندڙ خطرن کي ٽارڻ ۽ امن حاصل ڪرڻ لاءِ والاريل عرب علائقن تان هٿ ڪڍڻ جو فيصلو ڪري انهن انتها پسند يهودين کي پنهنجو دشمن بڻائي ڇڏيو هو، جيڪي عظيم تر اسرائيل لاءِ هر ڪڏي کان ڪڏو ڪم ڪرڻ لاءِ به تيار هئا. هو هزارين سال اڳ واري اسرائيل جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ان کي ٻيهر وڃائڻ کي وڏو گناهه سمجهي رهيا هئا. هو ماضيءَ واري اسرائيل جي وري ظهور پذير ٿيڻ کي قدرت جو ڪرشمو سمجهندي، ان جي بچاءَ ۽ استحڪام لاءِ ”مقدس جنگ“ وڙهڻ لاءِ تيار هئا.

”اوسلو ٺاهه“ يهودين وچ ۾ داخلي تضادن کي چٿو ڪري ڇڏيو. جيڪي ماڻهو اڳ مذهب جي بنياد تي متحد هئا، سي هاڻ پنهنجي قومي، لساني ۽ نسلي بنيادن تي وکرڻ لڳا. ڪيئي انتهاپسند تنظيمون منظر عام تي اچي ويون. متحد مذهبي قوم وارو تصور ۽ ان بنياد تي بيٺل اتحاد ۽ پائيچارو چيهون چيهون ٿيڻ لڳو. نه صرف ”اوسلو ٺاهه“ يهودين جي اتحاد کي پچي پورا پورا ڪري ڇڏيو پر خود فلسطيني به هن سوال تي ورهائجي ويا. پي ايل او ۾ الفتح وارو سگهارو گروپ محدود خودمختياري حاصل ڪرڻ لاءِ ان ٺاهه کي پنهنجي هڪ وڏي سوڀ قرار ڏئي رهيو هو ته ٻئي طرف حماس تنظيم ان ٺاهه کي فلسطينين سان غداري قرار ڏيندي ان کي نه صرف رد ڪري ڇڏيو، پر اسرائيل خلاف ڪارروائين شروع ڪرڻ جو اعلان به ڪري ڇڏيو.

پي ايل او والاريل الهندي ڪناري ۽ غزا جي پٽيءَ ۾ جيڪا محدود خودمختياري حاصل ڪئي هئي. ان کي صرف جنون ۽ انتها پسندي جي بنياد تي رد ڪرڻ هڪ ناانصافي چئي سگهجي ٿو. نار جي جنگ کان پوءِ فلسطيني جيئن پوءِ تيئن اڪيلا ۽ ويڳاڻا ٿي رهيا هئا. گوريلا جنگ به جيتوڻيڪ وڏيڪ عرصي تائين پنهنجي پوري طاقت سان جاري رهي، پر اُها ڪي به

مثبت نتيجا ڏئي نه سگهي. اٽلندو سندن جدوجهد پنهنجن ميزبان ملڪن لاءِ پريشانين ۽ مشڪلاتن جو سبب بڻجي رهي هئي. ڪيترن ئي عرب ملڪن نه صرف فلسطينين کي امداد ڏيڻ بند ڪري ڇڏي، پر هو کين پنهنجن ملڪن ۾ به برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. فلسطيني تيزيءَ سان پنهنجا بيس ڪئمپ وڃائي رهيا هئا. ان لاءِ هنن وٽ ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو به چارو نه هو ته هو والاريل الهندي ڪناري ۽ غزا جي پٽي ۾ محدود خودمختياري حاصل ڪري، ان علائقي کي پنهنجو بنياد بڻائي مڪمل آزادي ماڻين.

سرد جنگ جي خاتمي ڪانپوءِ دنيا تبديل ٿي رهي هئي. صرف لٺ جي بنياد تي پنهنجا حق حاصل نه ڪيا ڪري سگهجن. ان لاءِ ٻين پر امن طريقن کي آزمائڻ لاءِ به ميدان موجود هو. اهڙيءَ طرح اڌ صدي کان جنگ جي حالت ۾ رهندي به ڪجهه حاصل نه ڪري سگهندڙ فلسطينين ٻي واٽ اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اوسلو ٺاهه تي تنقيد ڪندڙ ڌريون هاڻ انهن حقيقتن کان اکيون ٻوٽي نه ٿيون سگهن ته ان ٺاهه ئي تازو مصر ۾ ٿيندڙ ٺاهه ۾ فلسطينين کي وڌيڪ اختيار ڏيڻ جو دڳ کوليو. ان ئي واٽ رستي هو ڪجهه ئي عرصي اندر مڪمل آزادي واري منزل ماڻڻ وارا آهن. جنهن جو احساس هاڻ خود انتها پسند فلسطيني تنظيم حماس کي ٿيڻ لڳو آهي. جنهن ڪري هن تازو پي ايل او سان نه صرف ٺاهه ڪيو آهي، پر فلسطيني ڪائونسل لاءِ ٿيندڙ چونڊن ۾ حصي وٺڻ جو اعلان ڪيو آهي. ان ڪائونسل جي چونڊن سان ئي دنيا جي نقشي تي هڪ فلسطيني آزاد ۽ خودمختيار رياست وجود ۾ اچي ويندي. فلسطين جي آزادي ۽ خودمختياري جا چٽا آثار نظر ايندي به ڪجهه انتها پسند فلسطيني ڌريون ان ساڳي واٽ تي هلي رهيون آهن، جنهن محرومين کان سواءِ ڪجهه به نه ڏنو آهي. ايتري قدر جو هي انوکي منزل ماڻيندڙ ياسر عرفات به انهن انتها پسند تنظيمن جي نشاني تي آهي.

حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسحاق جي پوئلڳن کي هڪ ڪندڙ اسحاق رابن جي موت کان پوءِ وچ اوڀر ۾ امن لاءِ ٿيندڙ ڪوششن کي جيتوڻيڪ ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي، پر پوءِ به تاريخ جي ڦيٿي کي ڪو به ابتو ڦيرائي نه ٿو سگهي. جن انتها پسند قوتن سمجهيو هو ته هو رابن کي ماري امن ۽ سرچاءَ وارين ڪوششن کي ڪچيءَ ۾ ئي دفن ڪري ڇڏيندا. عوام انهن کي تاريخ جي ڪباڙ خاني ۾ اڇلي ڇڏيندو. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته في الحال والاريل الهندي ڪناري ۽ غزا جي پٽي ۾ امن واريون ڪوششون اهي گهربل نتيجا ڏئي نه سگهنديون. جنهن جي ياسر عرفات ۽ رابن کي اميد هئي. ٻنهي طرفن کان انتها پسند قوتن جي وري اڀرڻ جو انديشو موجود آهي. خاص ڪري الهندي ڪناري ۾ اسرائيلي فوج جي موجودگي ۽ يهودي بستيون ٻرندي تي تيل جو ڪم ڏئي سگهن ٿيون. رابن جي موت کان پوءِ خود اسرائيل به اندرين تضادن جو شڪار ٿي سگهي ٿو. ليبر پارٽي جي موجوده وزيراعظم شمعون پيريز لاءِ به مشڪلاتون پيدا ٿي سگهن ٿيون. خاص ڪري سندس مخالف لڪوڊ پارٽي هن صورتحال مان ڀرپور فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي، جيڪا شروع کان سرچاءَ واري عمل جي مخالف رهي آهي. ٻئي طرف اسرائيل اندر عام چونڊن ۾ به هڪ سال وڃي رهيو آهي. جنهن ڪري ٻئي ڌريون اهڙي واٽ اختيار ڪنديون، جنهن سان اسرائيلي عوام جي وڌ کان وڌ حمايت حاصل ٿي سگهي. جيتوڻيڪ يهودي معاشرو ”امن ٺاهه“ ڪانپوءِ ٻِچ ڊاهه جو شڪار آهي، پر عوام جي اڪثريت هاڻ

ان حقيقت کي تسليم ڪرڻ لڳي آهي ته مستقل دشمنين جي خاتمي لاءِ والاريل عرب علائقن تان قبضو ختم ڪرڻو پوندو. اڳوڻي وزيراعظم کي امن لاءِ کيل پيش قدمي ۾ عوام جي وڏي انگ جي حمايت حاصل هئي. اهو ئي سبب هيو جو هن نه صرف فلسطينين کي خودمختياري ڏيڻ جو فيصلو ڪيو هو، پر لبنان جي قبضي هيٺ آيل علائقي سميت شام جي گولان وارين پهاڙين تان به قبضو ختم ڪرڻ جو اصولي فيصلو ڪري ڇڏيو هو. پر هُن ان عمل ۾ جلدي ڪرڻ کان ان ڪري پرهيز ڪئي هئي، جو ايندڙ سال عام چونڊن ۾ هو مخالف لڪوڊ پارٽي کي اهڙو ڪو به موقعو ڏيڻ لاءِ تيار نه هو، جنهن سان انتها پسند ٻيهر اقتدار ۾ اچي وڃن ۽ سرچاءَ واري عمل کي نقصان رسائين. هتي اسان آمريڪا جي ڪردار کي به نظرانداز نه ٿا ڪري سگهون، جنهن عرب دنيا ۾ پنهنجي حمايت برقرار رکڻ لاءِ اسرائيل تي بدستور دٻاءُ موجود رکيو ته هو نه صرف فلسطينين جي علائقن تان قبضو ختم ڪري پر شام جي گولان پهاڙين ۽ لبنان جي ڪجهه سرزمين تان به والار ختم ڪري.

جيڪڏهن ايندڙ سال اسرائيل ۾ چونڊن جي نتيجي ۾ لڪوڊ پارٽي به اقتدار ۾ اچي ٿي ته ان لاءِ اها ڳالهه انتهائي مشڪل هوندي ته هو آمريڪا جي ناراضگي کٽي سرچاءَ واري عمل کي پوئتي ڌڪي ڇڏي. ان ڪري رابن جي موت سان وچ اوڀر ۾ امن وارين ڪوشش کي عارضي طور ته نقصان رسيو آهي پر مستقبل ۾ اهي ڪوششون ڀرپور طريقي سان جاري رهنديون. هن عمل ۾ خاص ڪري والاريل بيت المقدس جي مستقبل بابت فيصلي ڪرڻ وقت دشواريون پيش اچي سگهن ٿيون. ڇاڪاڻ ته يهودي توڙي مسلمان هن شهر متعلق انتهائي حساس آهن. ڪا به ڌر ان تان دستبردار ٿيڻ لاءِ تيار ناهي. ڪجهه وقت اڳ اسرائيلي حڪومت ان ڳالهه جو اشارو ڏنو هو ته بيت المقدس گڏيل ڪنٽرول ۾ ڏئي سگهجي ٿو. عرب ملڪ ۽ فلسطيني في الحال ان رٿ تي ڪا به ڳالهه ٻول ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. ڇاڪاڻ ته سندن نظر ۾ هيءُ مقدس شهر صرف مسلمانن جي ڪنٽرول ۾ ئي ڏنو وڃي. بيت المقدس جي قبضي کان سواءِ والاريل علائقن ۾ يهودي بستين جي موجودگي به ڇڪتاڻ ۾ اضافو ڪري سگهي ٿي. ڇاڪاڻ ته انتها پسند يهودي ۽ مسلمان تنظيمون ڪنهن به وقت اهڙي صورتحال پيدا ڪري سگهن ٿيون، جيئن ٻيهر ڇڪتاڻ ۾ اضافو ٿئي.

**رابن جو قاتل وگل عامر**

اسرائيلي وزيراعظم اسحاق رابن کي قتل ڪندڙ انتها پسند يهودي نوجوان وگل عامر جو چوڻ آهي ته ”مون کي خدا جو حڪم هو، جنهن هيٺ مان اسرائيل جي وزيراعظم کي خدا ڏانهن موڪلي ڇڏيو.“ قتل جو اقرار ڪندڙ نوجوان پنهنجي ان ڪذي عمل تي نه پشيمان آهي، نه وري ان تي ڪيس پڇتاءُ آهي. هو چئي ٿو ته مان اهو عمل اڪيلي سر ڪيو، ڇاڪاڻ ته خدا طرفان مون کي وزيراعظم کي قتل ڪرڻ جون هدايتون مليل هيون.

27 سالن جو وگل عامر تل ابيب جي بار الن يونيورسٽيءَ ۾ قانون جو شاگرد هو ۽ ساڳي وقت ڪمپيوٽر شعبي ۾ به پڙهندو هو. وگل عامر جو پيءَ رابي شولومو اٺن ٻارن جو پيءُ آهي. وگل عامر رابي جو ٻيو نمبر پٽ آهي. سندن خاندان تل ابيب کان اتر طرف حرزليا جي شهر ۾

رهندڙ آهي. وگل جي پيءَ پٽ جي ان عمل تي رئندي چيو ته، ”منهنجي پٽ چا ڪري ڇڏيو. اي خدا هن اهو ڇو ڪيو؟“ اها ته خبر نه پئي پئجي سگهي ته هو وزيراعظم رابن جي قتل تي روئي رهيو هو يا پنهنجي پٽ جي ڪارروائي تي پر هن جي اکين ۾ نير وهي رهيا هئا. هو چئي رهيو هو ته ”هُن جي ذهن ۾ قتل جي سوچ ڪيئن آئي؟ هن جي اٺڻ ويهڻ مان ته اسان ڪڏهن به اهو اندازو نه لڳايو هو ته هو ايئن ڪندو.“

وگل عامر ننڍپڻ ۾ هڪ يهودي مذهبي اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ بعد ۾ اسرائيل فوج جي ”ايلائٽ گولان انفينٽري بريگيڊ“ ۾ شموليت اختيار ڪئي. ان کانپوءِ هن يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي. سندس دوستن جو چوڻ آهي ته هو گذريل ٽن سالن کان هڪ يهودي انتها پسند تنظيم ”ايل گروپ“ سان وابستا هو. جڏهن ته ان تنظيم جي سربراهه اويشي راوڊ ان کان انڪاري آهي. هن ٻڌايو آهي ته وگل عامر سندن تنظيم جو ميمبر نه هيو. وگل عامر متعلق ٻڌايو وڃي ٿو ته هن والاريل الهندي ڪناري جي هيبرون شهر جا ڪيترائي پيرا دورا ڪيا ۽ اتي انتها پسند يهودي آبادڪارن جي گروپن سان لاڳاپا قائم ڪيا. قاتل عامر الهندي ڪناري ۾ يهودين جي آبادڪاريءَ جو زبردست حامي هيو. اهو ئي سبب هيو جو هو نه صرف فلسطينين جو ڪٽر مخالف هو، پر ساڳي وقت وچ اوڀر ۾ امن لاءِ ٿيندڙ ڪوششن کي به نفرت جي نگاهه سان ڏسندو هو.

4 نومبر تي وگل عامر پنهنجي شهر کان بس ذريعي تل ابيب پهتو. ظاهري طور ته هو ”تاريخي امن ريلي“ ۾ شرڪت ڪرڻ آيو هو، پر اصل ۾ هو وزيراعظم رابن کي ئي قتل ڪرڻ لاءِ گهران سنبري نڪتو هو. وگل عامر گرفتاريءَ کانپوءِ جاچ ڪندڙ پوليس عملدارن کي ٻڌايو آهي ته هُن ان کان اڳ به ٻه پيرا رابن کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر ان ۾ ڪامياب وڃي نه سگهيو. پر هن پيري هو پنهنجي ارادي کي تڪميل تي رسائڻ لاءِ بيچين هيو ۽ ونجهه ملندي ئي رابن کي رت ۾ ٻوڙي ڇڏيو.

جنهن وقت رابن هڪ لک ماڻهن جي امن ريلي کي خطاب ڪرڻ کانپوءِ تل ابيب جي ”سٽي هال“ کان ٻاهر نڪري رهيو هو ته عامر سندس مٿان ٽي گوليون هلايون. قاتلانه حملو انتهائي ويجهي مفاصلي تان ڪيو ويو. جنهن ڪري ڪا به گولي خطا نه وئي. چاڪاڻ ته وگل عامر کي پنهنجي گرفتاري جو ڪو به خوف نه هو، هو قتل کانپوءِ پيدا ٿيندڙ نتيجن کان بلڪل بي پرواهه هو. ان ڪري هن انتهائي آرام ۽ سڪون سان پنهنجي ڪارروائي مڪمل ڪئي ۽ گرفتاري ڏئي ڇڏي. چاڪاڻ ته سندس موجب هن اهو عمل خدا جي حڪم تي ڪيو هو.

4 نومبر کان اڳ وگل عامر ڪجهه هفتا اڳ وزيراعظم رابن کي ان وقت قتل ڪرڻ جو منصوبو سٽيو هو، جڏهن رابن تل ابيب جي اتر ۾ هڪ هاءِ وي جي افتتاح واري تقريب ۾ موجود هو. ان کان اڳ رابن کي 22 جنوري 1995ع تي قتل ڪرڻ جي سازش سٽي وئي هئي. هن پيري قاتل اهڙي وقت ۽ موقعي کي تاڙيو هو، جيڪو سندس نظرئي ۽ سوچ جي بلڪل ابتڙ هو. اسرائيلي فلسطينين سان امن ٺاهه جو جشن ملهائي رهيا هئا ۽ امن جي علامت کي گولين سان پروڻ ڪيو ويو.

**پرڏيهي وزير شمعون پيريز به نشاني تي هو:**

قاتل وگل عامر انڪشاف ڪيو آهي ته هو نه صرف رابن کي مارڻ گهري پيو، پر پرڏيهي وزير ۽ هاڻوڪو قائم مقام وزيراعظم شمعون پيريز به سندس نشاني تي هو. ”جيڪڏهن رابن ۽ شمعون پيريز امن ريلي مان گڏجي نڪرن ها ته مان ٻنهي کي نشانو بڻايان ها.“ وگل عامر جاچ ڪندڙ آفيسرن کي ٻڌايو آهي ته هو رابن کي قتل ڪرڻ لاءِ گاڏين جي پارڪنگ طرف ويو، جيئن ڪنهن کي به اهو شڪ نه پوي ته هو ڪنهن ٻئي مقصد خاطر رابن جي ويجهو وڃي رهيو آهي. هو پاڻ کي ڊرائيور ظاهر ڪندي رابن جي پرسان پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

**وگل عامر جو 5 مهينا پراڻو انٽرويو:**

مستقبل جي قاتل، وگل عامر کان 5 جون 1995ع ۾ هڪ خبرون ڏيندڙ ايجنسيءَ ”ايل اي ٽي“ جي صحافي بارٽن گيلمن والاريل الهندي ڪناري ۾ انٽرويو ورتو هو. جنهن ۾ هن اسرائيلي حڪومت ۽ پي ايل او وچ ۾ سيپٽمبر 1993ع ۾ اوسلو ۾ ٿيل ٺاهه تي شديد تنقيد ڪندي چيو هو ته، ”يهودي الهندي ڪناري تان قبضو ختم نه ڪندا، اسان اسحاق رابن جي ڪنهن به قدم سان ٻڌل نه آهيون.“

ڪٽر يهودي وگل عامر انٽرويو ڏيندي چيو هو ته، ”الهندو ڪنارو اسان لاءِ انتهائي پاڪ ۽ پويتر جاءِ آهي، ٻه هزار سال اڳ اسرائيل جي تمام وڏي آبادي يروشلم ۽ سماريا ۾ رهندي هئي.“ ”اوسلو ٺاهه“ تي تنقيد ڪندي چيو هو ته، ”حڪومت جي ڪرنگهي وارو هڏو انتهائي ڪمزور آهي ۽ هو امن حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهه ڏيڻ لاءِ تيار آهي.“

وگل عامر انٽرويو ڏيندي چيو هو ته، ”هي حڪومت گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪري سگهندي.“ ان وقت هن اهڙو ڪو به تاثر نه ڏنو هو ته هو ئي رابن جي خاتمي جو سبب بڻبو. وگل عامر کان هي انٽرويو والاريل الهندي ڪناري جي هڪ يهودي بستيءَ ۾ ورتو ويو هو. ان موقعي تي بستيءَ ۾ يهودي نوجوان فلسطينين سان ٺاهه خلاف مظاهرو ڪري رهيا هئا ۽ سندن بينرن تي لکيل هو ته ”اسرائيل جي سرزمين خطري ۾ آهي.“ بستيءَ ۾ هڪ ”بيت الخلا“ جي پٽ تي اوسلو ٺاهه خلاف بينر لڳل هو، جڏهن ته ٽوائليٽ جي باقي پٽين تي به رابن حڪومت خلاف نعرا ۽ فلسطين سان نفرت جو اظهار ٿيل هو. وگل عامر جيئن ته ٻين اسرائيلين وانگر فوج ۾ خدمتون سرانجام ڏئي چڪو هو. تنهن ڪري ڪيس پاڻ سان هٿيار رکڻ جي اجازت مليل هئي. هو انٽرويو ڏيڻ وقت به هٿياربند هو ۽ رابن تي حملي وقت به پنهنجي قانوني هٿيار سان هو. ان وقت امن ريلي کان ٿورو پري انتهاپسند يهودي امن معاهدي خلاف مظاهرو ڪري رهيا هئا.

**عالمي ردعمل:**

4

نومبر 1995ع تي اسرائيلي وزيراعظم رابن جي اوچتي قتل ڪيترن ئي ملڪن کي لوڏي ڇڏيو. خاص ڪري وچ اوڀر جي ملڪن ۾ خوشيءَ ۽ خوف جو گڏيل ردعمل سامهون آيو. ڪٿي ماڻهن خوشين وچان جشن ڪيا ته ڪٿي وري لڙڪ لاڙي هن عظيم اڳواڻ کي خراج تحسين پيش ڪيو ويو. هتي خاص طور فلسطينين جو ردعمل انتهائي اهميت لائق آهي. ڇاڪاڻ ته اسرائيلي ۽

فلسطيني گذريل اڌ صديءَ کان هڪ ٻئي جا جاني دشمن رهيا آهن. نفرتون ايتريون ته عروج تي رسي چڪيون هيون جو ڪنهن کي به اها اميد ڪا نه هئي ته هي ٻئي ڌريون هڪ ميز تي ويهي ڳالهيون به ڪري سگهن ٿيون. پر دنيا ڏٺو ته جيڪي فلسطيني ۽ عرب ملڪ نه صرف والاريل علائقن تان اسرائيل جو ناجائز قبضو ڇڏائڻ لاءِ آتا هيا، پر هو ته اسرائيلي رياست کي فنا ڪرڻ جو نعرو بلند ڪيو ويٺا هئا، تن نه صرف هن قتل جي مذمت ڪئي، پر اردن جي شاهه حسين ته رابن جي آخري رسمن ۾ شرڪت لاءِ به تيار هيو. پر انتهاپسندن طرفان ڪنهن امڪاني ردعمل کي نظر ۾ رکندي اسرائيلي حڪومت جي خواهش تي هن تل ابيب وڃڻ کان پاسو ڪيو. ان هوندي به عرفات هن ڪارروائي جي مذمت ڪئي. مصر جي حسني مبارڪ به رابن جي آخري رسمن ۾ شرڪت ڪئي.

خاص ڪري والاريل الهندي ڪناري ۾ فلسطينين طرفان مليل جليل ردعمل جو اظهار ڪيو ويو. ڪجهه فلسطينين هن ڪارروائي تي خوش ٿي جشن ملهايا ۽ مٺايون ورهايون، ته ڪن وري افسوس جو خاموش اظهار ڪيو. ڇاڪاڻ ته رابن ئي سندن خوشين ۾ اضافي جو هڪ هلڪو ڪرڻو ثابت ٿيو هو. لبنان، شام، لبيا، عراق ۽ ايران جي حڪومتن توڙي عوام جو ردعمل خوشيءَ وارو هو. هنن رابن کي دشمن ۽ دهشتگرد قرار ڏيندي، سندس قتل کي پنهنجي پوڪيل پوک لڻڻ واري چوڻيءَ سان تشبيهه ڏني. ٻئي طرف مصر ۾ شاگردن طرفان خوشيءَ ۾ مظاهرا ڪيا ويا. هن موقعي تي سعودي عرب جو ردعمل انتهائي احتياط جوڳو هو. ٻئي طرف هندستان ۾ هڪ ڏينهن جو سرڪاري سطح تي سوڳ ملهايو ويو. جڏهن ته پاڪستان معاملي کان پاڻ کي لاتعلق رکيو.

وزيراعظم رابن جي آخري رسمن ۾ آمريڪا جي صدر ڪلنٽن، روس جي وزيراعظم وڪٽر چرنو مائدرن، ترڪيءَ جي وزيراعظم تانسو چلر، جرمنيءَ جي چانسلر هيلمٽ ڪوهل، برطانيه جي وزيراعظم جان ميجر، فرانس جي صدر جيڪسن چيراڪ، ڏکڻ آفريڪا جي صدر نيسلن منڊيلا سميت 4 هزار مهمانن شرڪت ڪئي. جڏهن ته 3 لک 50 هزار اسرائيلين پنهنجي مقتول وزيراعظم جي آخري رسمن ۾ ڪيس خراج عقيدت پيش ڪيو. اسرائيل جي تاريخ ۾ رابن پهريون وزيراعظم هو، جنهن کي وڏي اعزاز سان دفنايو ويو ۽ عالمي ليڊرن جي ايڏي وڏي انگ سندس تدفين وارين رسمن ۾ پاڻ هلي اچي شرڪت ڪئي.

هن وقت اسرائيل سوڳ ۾ ٻڏل آهي، پر جيئن ئي رابن جي قبر جي مٽي سڪڻ لڳندي تيئن دلين ۾ دفن ٿيل تضاد ٻيهر ابرڻ لڳندا. جنهن سان اهو اندازو لڳائڻ ۾ آساني ٿي سگهي ٿي ته يهودي رياست جا حڪمران ۽ عوام ڪهڙي نئين حڪمت عملي اختيار ڪندا. حڪمرانن جي سوچ ۽ عمل کي هڪ پاسي رکي اسرائيل جي اندر ۽ والاريل علائقن ۾ عام يهودين جي فلسطينين ۽ امن واري تسلسل ڏانهن ڪهڙي سوچ جڙندي، ان سوچ جي بنياد تي ئي وچ اوڀر ۾ امن لاءِ موجود خواهش جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

(ڇپيل، روزاني عوامي آواز ڪراچي، 12 نومبر 1995ع)

★★★

## ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

ساٿيهه اشاعت گهر طرفان اسان سنڌ جي تاريخ، ادب ۽ ثقافت سان گڏ ڏيهي توڙي پرڏيهي سياست ۽ عالمي نظرين تي وڌ کان وڌ جامع ۽ ترقي پسند سوچ جي ترجماني ڪندڙ مواد ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا رهنداسين. ان مواد ۾ نئين تخليقن سان گڏ اهي پراڻيون شايع ٿيل لکڻيون به شامل هونديون، جيڪي وقتي حالتن مطابق هجڻ سان گڏ، مارڪسي لينني سائنسي سوچ جي ترجماني ڪندڙ پڻ هونديون. جيئن سنڌي قوم پنهنجي صحيح ۽ سچي تاريخ، ادب ۽ ثقافت سميت انهن اهم سياسي مسئلن ۽ نظرين کان پڻ واقف ٿيندي رهي، جيڪي نه صرف پوري دنيا تي اثر انداز ٿي رهيا آهن، پر اسان جي پنهنجين اندروني حالتن سان پڻ لاڳاپيل آهن.

اسان پنهنجي عمل جي شروعات سنڌ جي هڪ عظيم انسان باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي زندگيءَ تي هڪ ڪتاب ڇپائڻ سان ڪري رهيا آهيون.

باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، پهريون ماڻهو هو، جنهن سنڌ اندر صحيح معنى ۾ سماجوادي فڪر جو ڦهلاءُ ڪيو ۽ پورهيت راڄ قائم ڪرڻ لاءِ انقلابي تحريڪ جو بنياد وڌو. هن سنڌ جي هارين، مزدورن ۽ شاگردن کي ڏيهي توڙي پرڏيهي ڦورن سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪيو. ڪامريڊ، سنڌ جي مظلوم پورهيت عوام جي جان مدي خارج سياست مان آجي ڪرائي، کيس صحيح سياسي لائين تي آندو. هن دور ۾ سنڌ جي پورهيت عوام ڪامريڊ جي ڏسيل مارڪسي-لينني انقلابي نظرئي جي سرواڻي هيٺ وڏا ڪارناما سرانجام ڏئي رهيو آهي. هو ڏيهي ۽ پرڏيهي ڦورن خلاف ويڙهه جي شروعات ڪري چڪو آهي.

ڪامريڊ جتوئي نه صرف سنڌ جي مدي خارج سياست ۾ انقلابي تبديلي آندي، پر هن ماڻهوءَ ئي سنڌي ادب ۾ پهريون پيرو رجعت پرست ادبي رجحانن کي شڪست ڏئي، ترقي پسند ادبي قدرن جو بنياد وڌو ۽ سنڌي ادب کي دنيا جي سماجوادي فڪر جي ترجماني ڪندڙ ادب سان ٻٽ ڪري بيهاريو. ڪامريڊ هتان جي اديبن کي پهريون پيرو دنيا جي انقلابي ادبي ڌارا کان واقف ڪري، کين ان سان سلهاڙي ڇڏيو.

سنڌ جو هيڏو وڏو انقلابي رهنماءُ اڄ اسان جي بي حسيءَ جو شڪار بنجي چڪو آهي. اسان کيس نظرانداز ڪري چڪا آهيون، وساري چڪا آهيون. ان جو وڏو ثبوت اهو آهي جو اڄ ڪامريڊ جي وفات ڪئي 14 سال ٿي چڪا آهن، پر اسان اڄ تائين نه ته ڪامريڊ جي سوانح عمري لکي سگهيا آهيون ۽ نه وري سندس نهايت املهه ڪتاب، لکڻيون، سياسي ۽ نظرياتي مقالا ۽ مضمون ڇپائڻ جي ڪا ضرورت محسوس ڪئي آهي. اسان کي پنهنجو ايندڙ نسل ان بي حسيءَ، سستيءَ ۽ ڪاهليءَ تي ڪڏهن ڪو نه بخشيندو.

اڄ ڪامريڊ جتوئيءَ کي سڀ ادارا، پارٽيون ۽ تنظيمون وساري چڪيون آهن. هتان جي نئشنلسٽن ان ڪري ڪامريڊ کي پنهنجو نه ڪيو آهي، جو ڪامريڊ قومي مسئلو سماجوادي نقطي نظر سان حل ڪرڻ پئي گهريو ۽ پاڻ سنڌ وطن جي پورهيتن کي ذارين توڙي پنهنجن ڦورن، ٻنهي کان نجات ورائي ڏيڻ لاءِ ڪوشان هيو. جيڪا ڳالهه هتان جي مٿئين طبقي جي مفادن جي رکوالي ڪندڙ نيشنلسٽن کي ڪا نه وڻي. ان ڪري هنن ڪامريڊ جو ”جيئي سنڌ“ جو نعرو ۽ قومي خودمختياريءَ جو پروگرام ته پنهنجو ڪيو، پر هو ڪامريڊ جي ”پورهيت راڄ“ قائم ڪرڻ واري پروگرام کان پاسيرا ٿي ويا.

ڪامريڊ جتوئيءَ کي پاڪستان جا نقلي ترقي پسند ان ڪري وساري چڪا آهن، جو ڪامريڊ، پاڪستان کي هڪ وفاقي گهڻ قومي ملڪ مڃيندي، هتان جي مظلوم قومن جي قومي خودمختياريءَ جو حامي هيو. سندن نظريو هو ته، هتي تيستائين پورهيت راڄ قائم ٿي نه ٿو سگهي، جيستائين هتي قومي جبر جو خاتمو نه ٿو ٿئي ۽ قومون پنهنجي حقيقي آزادي ۽ خودمختياري نه ٿيون ماڻين. ان ڪري نقلي ترقي پسندن، ڪامريڊ جو ”پورهيت راڄ“ قائم ڪرڻ وارو نظريو ته پنهنجو ڪيو پر، هتان جي مظلوم قومن لاءِ ڪامريڊ طرفان پيش ڪيل پروگرام کي پٺتي اڇلائي ڇڏيو.

ٻنهي ڌرين ڪامريڊ کي ٻن الڳ الڳ حصن ۾ ورهائي سندس نظرئي جي اصل روح جي نفي ڪئي آهي. هنن ڪامريڊ جي هڪ مڪمل سياسي ماڻهوءَ کي ترار سان ٻه ٽڪر ڪري ختم ڪيو آهي. هاڻ ڪامريڊ جي صحيح پيروڪارن ۽ همت وارن ڪارڪنن تي فرض عائد ٿئي ٿو ته هو عوام آڏو سندس صحيح ۽ سچو رخ پيش ڪن ۽ سندس نظرئي تحت ڪم ڪري هتان جي مظلوم عوام کي دکن ۽ دردن مان ڇوٽڪارو ڏيارين.

سچ ته ڪامريڊ جتوئي، هتان جي مظلوم قومن ۽ مظلوم طبقن جي آزاديءَ ۽ خوشحاليءَ جي جيڪا واٽ ڏسي آهي، سا مارڪسزم -لينزم جي عين اصولن موجب آهي. ڪامريڊ هتان جي حالتن ۽ ضرورتن کي نظر ۾ رکي جيڪو پروگرام اسان کي ڏئي ويو آهي، سو سنڌ جي ماڻهن جي گهرجن موجب آهي. ان ڪري اسان کي گهرجي ته سندس ڏسيل واٽ تي هلي، پنهنجو مستقبل روشن ڪيون. جيئن ملڪ ۾ حقيقي امن قائم ٿئي ۽ خوشحالي اچي.

(رک سنڌي جي مرتب ڪيل ڪتاب ”باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي“ جا ٻه اکر، ڇيپيل، جون 1984ع)

✶✶✶

## ترقي پسند اديب گوبند مالهي

ساڻيهه اشاعت گهر طرفان اسان اهڙو مواد پيش ڪندا رهنداسين، جيڪو سنڌ ۾ انقلابي ماحول ۽ سياسي سجاڳي پيدا ڪري سگهي. اسان جي پڙهندڙ پيل سماج ۾ نئون روح ڦوڪي، ان کي تازو توانو رکڻ سان گڏ ان جو آئيندو به روشن ڪري سگهي. جيئن سنڌي قوم غفلت جي ننڊ ڇڏي سجاڳ ٿي، پنهنجو وڃايل قومي وقار بحال ڪرائي ۽ پيهر دنيا جي آزاد قومن سان گڏ ترقيءَ جي ڊوڙ ۾ شريڪ ٿي سگهي.

ان مقصد تحت اسان هند ۽ سنڌ جي ترقي پسند اديب سائين گوبند مالهيءَ جو ورهاڱي کان اڳ ڇپيل اصلوڪو ناول ”انقلابي سپاهي“ پيهر ڇپائي رهيا آهيون. گوبند مالهيءَ جو هيءُ ناول سنڌي زبان جي انهن ٿورڙن اصلوڪن ناولن منجهان هڪ آهي، جيڪي برصغير ۾ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ توڙي طبقاتي سماج خلاف ٿيندڙ جدوجهد جي پس منظر ۾ لکيا ويا آهن ۽ خاصي شهرت حاصل ڪري چڪا آهن.

گوبند جون لکڻيون، هند سنڌ جي سياسي ۽ سماجي حالتن جون آئينيدار آهن. سندس لکڻيون سماجي حقيقت نگاريءَ تي ٻڌل هجڻ سان گڏ، انقلابي عمل کي تيز ڪرڻ جون سموريون گهرجون پوريون ڪن ٿيون. هن جون لکڻيون اڄ به اسان جي لاءِ ايتريون ئي سودمند آهن، جيتريون اهي لکڻ وقت هيون.

هن ناول ڇپجڻ کان ٿورو اڳ (جولاءِ 1984ع ۾) سنڌ ۾ ”نيو فيلڊس پبليڪيشن“ طرفان گوبند جو هڪ ٻيو اصلوڪو ناول ”شرم ٻوٽي“ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. جيڪو سنڌ ۾ غير طبقاتي سماج لاءِ جدوجهد جي پس منظر ۾ لکيل آهي ۽ سنڌ جي پرندڙ جاگيرداري سماج جي قدرن جي تصوير ڪشي ڪري رهيو آهي. جڏهن ته هيءُ ناول ”انقلابي سپاهي“ برصغير، هند سنڌ ۾ انگريزن خلاف ڏيهي ماڻهن جي هلايل آزاديءَ جي تحريڪ جي پس منظر ۾ لکيل آهي. اهي ٻئي ناول اسان جي هن دور جي حالتن مطابق آهن. هن وقت سنڌ ۾ سنڌي ماڻهو ٻه طرفي ويڙهه وڙهڻ ۾ مشغول آهن. هڪ طرف هو مادر وطن کي پرڏيهي پرمارن جي چنبي مان آزاد ڪرائڻ جي جنگ جوٽي چڪو آهي ته ٻئي طرف ڏيهي ڦورن ۽ لٽيرن جي ستيا ناس ڪري غير طبقاتي سماج قائم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ۾ مصروف آهي. ان ڪري گوبند مالهيءَ جا هيءُ ٻئي ناول اسان جي ضرورتن جو پورائو ڪندڙ آهن ۽ انهن جو عملي اڀياس ڪرڻ ۽ انهن ۾ ڏسيل واٽ تي عمل ڪرڻ اسان جي فرضن ۾ شمار ٿئي ٿو.

(رڪ سنڌي طرفان گوبند مالهيءَ جي ڪتاب ”انقلابي سپاهي“ جا ٻه اکر، ڇپيل، آگسٽ 1984ع)

★★★

## اسان جو لينن

ساڻيهه اشاعت گهر طرفان دنيا جي پهرين سماجوادي رياست سوويت يونين جي باني، دنيا جي پورهيت عوام جي سرواڻ ۽ عظيم انقلابي اڳواڻ ولاديمير ايليچ لينن جي سوانح حيات تي هي ننڍڙو ڪتاب ”اسان جو لينن“ پيش ڪندي فخر محسوس ڪري رهيا آهيون.

هي ڪتاب، برصغير جي ڌتڙيل عوام جي لاءِ سندن ئي هڪ گهڻ گهري مائل مليح آباديءَ ڏاڍي دلچسپ، سولي ۽ سمجهه پرئي انداز ۾ تحرير ڪيو آهي. جيئن هر ننڍو وڏو، پڪو پختو هن کي سولائي سان سمجهي ۽ ان مان لاڀ پرائي سگهي. هي ڪتاب سوويت انقلاب ۽ ان جي بانيءَ متعلق هتان جي هارين، مزدورن ۽ شاگردن کي ابتدائي سياسي چاڻ ڏيڻ لاءِ ڏاڍو ڪارگر ثابت ٿيندو.

ڪامريڊ لينن، اسان سڀني جو آهي، پوءِ چاهي اهي هند ۾ هجن يا سنڌ ۾، آفريڪا ۾ هجن يا آمريڪا ۾. ڇو جو لينن اسان سڀني لاءِ جدوجهد ڪئي ۽ سندس نظريو ۽ انقلابي ڪارناما دنيا جي مڙني مظلوم قومن ۽ عوام لاءِ مشعل راهه آهن. هن وقت جيڪي قومون ۽ طبقا پنهنجي آزاديءَ ۽ آسودگيءَ جي لاءِ جنگ ۾ جنبيل آهن، تن لاءِ مارڪسزم ۽ لیننزم هڪ اهڙو هٿيار آهي، جنهن سان دنيا جي هر ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ، برائيءَ ۽ بچڙائيءَ جو خاتمو آڻي سگهن ٿا.

—ان ڪري لينن جي راهه، اسان جي راهه آهي.
—۽ ڪامريڊ لينن جو سدا حيات نظريو اسان جو هٿيار آهي.

(رڪ سنڌيءَ طرفان ڪتاب ”اسان جو لينن“ تي لکيل به اکر، ڇپيل، نومبر 1984ع)

★★★

## اسان جي سنڌ

الا ائين نه ٿئي، جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
تــه هــئـــي ســنــڌ ۽ ســنڌ وارن جي ٻولي!

لطيف، سچل ۽ ساميءَ جي سنڌ تڏهن جيئندي، جڏهن سنڌي ٻولي پنهنجا بنيادي حق ماڻيندي، سنڌي ماڻهو پاڻ پرا ٿيندا ۽ سندن حقن جو احترام ٿيندو. پاڻ طبقاتي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ مان جند آزاد ڪرائي، پنهنجي ديس جي نئين سر اڏاوت ڪندا ۽ ان کي سرسبز ۽ شاد آباد بڻائيندا.

سنڌيت جي سلامتيءَ لاءِ جيڪي به ماڻهو جدوجهد ۾ مصروف آهن، اسان انهن سان گڏ آهيون. اسان جو هر قول ۽ فعل ان جدوجهد سان لاڳاپيل ۽ واڳيل رهندو. اسان جي هيءَ ڪوشش به ان عمل جي هڪ ڪڙي آهي. اسان نئين سال جي آمد تي هي پيٽا سنڌ ماتا جي چرنن ۾ پيش ڪريون ٿا. ان اميد ۽ آسري سان ته هيءُ سال اسان لاءِ وڏيڪ نيڪ فال ثابت ٿيندو ۽ اسان پنهنجي پنڌ کي وڌيڪ تيز ڪنداسين، جيئن منزل وڏيڪ ويجهي اچي ۽ ڪاريءَ رات جو انت اچي.

(رڪ سنڌي طرفان ڪتاب ”اسان جي سنڌ“ تي لکيل بہ اکر، ڇپيل، جنوري 1985ع)

★★★

# سنڌي ٻولي رت رتولي

سنڌ ۾ رهندڙ ڪن ڌرين ڪجهه ڏينهن کان سنڌي ٻوليءَ خلاف خاموش جنگ شروع ڪري ڏني آهي. سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن ۽ رسالن ۽ سنڌي ٻوليءِ جي بنيادي حقن خلاف مخصوص طبقي جي پريس هاءِ گهوڙا شروع ڪري ڏني آهي. انهن ڌرين کي ماضيءَ مان سبق پرائڻ گهرجي ۽ کين هاڻ پنهنجي مستقبل تي ويچار ڪندي پرامن ۽ عزت پرئي ان فيصلي کي قبول ڪرڻ گهرجي ته سنڌي ٻوليءَ جو سنڌ پيدائشي وطن آهي ۽ هوءَ ئي هن وطن جي واحد نمائنده ٻولي آهي. هنن کي ڪڙي منهن به سنڌ جي واحد لساني ۽ ثقافتي حيثيت کي تسليم ڪرڻو پوندو. سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون هن ڌرتيءَ جي پاتال ۾ ڪتل آهن ۽ جيڪا ڌر ان کي اکيڙڻ جي ڪوشش ڪندي سا پاڻ نقصان هيٺ ايندي. پاڻ هتان جي اصل وارث ٻوليءَ سان ٽڪراءَ جو شڪار ٿي تباهه ۽ برباد ٿي ويندي. ڇو جو سنڌي ٻولي هزارين سالن کان هتي پاهران ايندڙ قومن جي زبانن سان منهان منهن ٿيندي ۽ ڌارين قومن جي ثقافتي ۽ لساني شاونزم جو مقابلو ڪندي، هن منزل تي پهتي آهي، جتي ڪيس ڪابه طاقت نه مٽائي سگهي ٿي ۽ نه نظرانداز ڪري سگهي ٿي.

هن وقت جڏهن 1973ع جي آئين ۾ ترميمون ڪيون پيون وڃن ته ان وقت اسان سنڌ واسي پنهنجو پراڻو ۽ جائز مطالبو دهرائيندي حڪومت کان گهر ٿا ڪريون ته آئين جي ٻولين واري ايڪٽ ۾ ترميم ڪري سنڌي ٻوليءَ کي قومي ۽ سنڌ جي واحد سرڪاري زبان جو درجو ڏنو وڃي ۽ ان کي سرڪاري سطح تي اهي مڙئي سهوليتون ڏنيون وڃن، جن جي اها اهل آهي. ڇو جو حڪومت ڪيتري وقت کان هڪ مخصوص طبقي جي غلط ۽ گمراهه ڪن پروپئگنڊا جي اثر هيٺ اڇي سنڌي ٻوليءَ جي جائز حقن ۽ گهرن کي نظرانداز ڪندي رهي آهي. جڏهن ته سنڌي پاڪستان جي واحد ترقي يافته ۽ شاهوڪار زبان آهي، جيڪا پاڪستان جو ڪروڙين عوام ڳالهائي ۽ سمجهي سگهي ٿو. جيڪا سنڌ جي 90 سيڪڙو عوام جي زبان آهي. ٻيو ته ٺهيو پر 1973ع جي آئين هيٺ سنڌي ٻوليءَ کي جيڪي حق مليل هئا، سي به حڪومت هڪ مخصوص اقليت کي خوش ڪرڻ لاءِ نه ڏنا آهن ۽ هميشه ان کي نظرانداز ڪرڻ واريءَ پاليسيءَ تي عمل

ڪيو آهي.

حقيقت ۾ سنڌي ٻولي، ايترا حق پنهنجي ڌرتيءَ تي به نه ماڻي سگهي آهي، جيترا ڪيس سندس اهميت ۽ افاديت تسليم ڪندي ٻاهر مليا آهن. دنيا جي انصاف پسند ملڪن سنڌي ٻوليءَ جي قدر ۽ قيمت کي تسليم ڪندي، سنڌي ماڻهن جي جذبن ۽ امنگن جو احترام ڪندي، سنڌ ٻوليءَ کي سئيون سهوليتون ڏنيون آهن. اسان جي پاڙيسري ملڪ هندستان ۾ جتي صرف 30 لک سنڌي رهندڙ آهن، اتي سنڌي ٻوليءَ کي هندستان جي قومي ٻولي تسليم ڪيو ويو آهن. (هندستان ۾ سنڌي سميت 16 قومي ٻوليون آهن) بمبئي، نئين دهلي ۽ ڪڇ ڀڄ جي ريڊيئي ۽ ٽي وي تان جهجهي انداز ۾ سنڌي پروگرام ايندا آهن. اتي سنڌي ميڊيم اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽين ۾ سنڌي ٻوليءَ جا شعبا قائم ٿيل آهن.

هندستان ته ڇڏيو پر انڊونيشيا، هانگ ڪانگ، ملايا، سينگاپور ۽ ٿائيلينڊ ۾ سنڌي پروگرام ريڊيو ۽ ٽي وي تان پيش ڪيا ويندا آهن. انهن ملڪن ۾ سنڌي ٻارن لاءِ سرڪاري طرح پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ تعليم وٺڻ لاءِ اسڪول کليل آهن. پر جڏهن ته سنڌي ٻولي جي پنهنجي ماتر ڀوميءَ ۾ ان کي ريڊيئي ۽ ٽي وي تي جائز حصو نه ٿو ملي. ڪراچي، سنڌ جي گاديءَ واري شهر ۾ سنڌي اسڪول ۽ ڪاليج ناهن، زندگيءَ جي هر شعبي مان سنڌي ٻوليءَ نيڪالي ڏني پئي وڃي. اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن مٿان عتاب نازل آهي. سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ ٿيندڙ هر ڪوشش کي مشڪوڪ نظرن سان ڏٺو وڃي ٿو.

ٺيڪ ته ائين ڪپندو هو ته سنڌ ۾ ريڊيئي ۽ ٽي وي توڙي ٻين سرڪاري توڙي خانگي نشري توڙي اشاعتي ادارن ۾ سنڌيءَ جو 75 سيڪڙو عمل دخل هجڻ گهرجي ها ۽ پنجاب جتي 3 لک سنڌي ڳالهائيندڙ، بلوچستان جتي 8 لک سنڌي ڳالهائيندڙ رهن ٿا، اتي سنڌي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مرڪزي سرڪار تناسب جي حساب سان سنڌي ميڊيم تعليمي ادارا کولي ها ۽ اتي جي نشري ۽ اشاعتي ادارن ۾ سنڌيءَ کي تناسب جي حساب سان جڳهه ملڻ گهرجي ها. جڏهن ته دنيا جي جن ملڪن ۾ هزارن ۽ سون جي تعداد ۾ سنڌي رهن ٿا، اتي به انهن کي پنهنجي مادري زبان ۾ تعليم پرائڻ ۽ پنهنجي ٻولي ۾ ريڊيو ۽ ٽي وي تان پروگرام ڏسڻ جو موقعو ملي ٿو. آل انڊيا ريڊيو جي هڪ معلوماتي پروگرام موجب دنيا جي 48 ملڪن ۾ سنڌي زبان جا پروگرام ريڊيو ۽ ٽي وي تان نشر ٿين ٿا.

ان صورت ۾ اسان اهو پڇڻ گهرون ٿا ته جتي 3 ڪروڙ کان وڌيڪ سنڌي ڳالهائيندڙ آهن ۽ جيڪو ديس سنڌي ٻوليءَ جو وطن آهي، اتي سنڌي زبان سان اها ٻه اکيائي ڇو ٿي ڪئي وڃي.

اسان سنڌي ڳالهائيندڙ ۽ سمجهندڙ سرڪار کان گهر ٿا ڪريون ته:

1. سنڌي ٻوليءَ کي پاڪستان جي قومي ۽ سنڌ جي اڪيلي صوبائي زبان تسليم ڪيو وڃي ۽ ان کي سرڪاري سطح تي ترقي وٺرائي مختلف سطحن تي رائج ڪيو وڃي.
2. سنڌ جي ريڊيئي ۽ ٽي وي تان 90 سيڪڙو ۽ باقي صوبن مان تناسب مطابق سنڌي پروگرام ڏنا وڃن. ريلوي اسٽيشنن، روڊن، ڳوٺن ۽ آفيسن جا نالا سنڌي ۾ لکرايا وڃن.
3. ڪراچي سميت باقي صوبن ۾ تناسب جي لحاظ کان سنڌي ميڊيم تعليمي ادارا کوليا وڃن ۽ مقابلي جي امتحانن لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي تسليم ڪيو وڃي.

4.سنڌي ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن تان بندش لاٿي وڃي، نوان ڊڪليئريشن ڏنا وڃن ۽ ڪين اشتهار ۽ پني جي ڪوٽا پوري ڏني وڃي. سنڌي اديبن ۽ صحافين کي ملڪ جي ٻين صحافين ۽ اديبن جيترا حق ڏنا وڃن.

5.سنڌي ٻوليءَ جي ترقي لاءِ سرڪاري طرح ادارا ۽ لئبرريون کوليون وڃن ۽ اڳ کليل ادارن کي ترقي وٺرائي وڃي.

من ڪا منهنجي آهي ڪنهن ڪوهياري جي ڪن پوي!

(رڪ سنڌي طرفان ڪتاب ''سنڌي ٻولي رت رتولي'' تي لکيل مهاڳ، ڇپيل مارچ 1985ع)

✶✶✶

# رالف فاڪس

انساني آزادي، جمهوريت، سماجواديت ۽ امن لاءِ وڙهندڙ جوڌو رالف فاڪس، هڪ وڏي رتبي وارو مارڪسي عالم، صحافي ۽ ترقي پسند اديب هجڻ سان گڏ فرانس جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو جاکوڙي اڳواڻ هو. جنهن 2 جنوري 1937ع تي پنهنجي جنم ڀومي کان پري پورهيت عوام جي حقن لاءِ لڙندي، فاشسٽن، هٽلر ۽ فرانڪو جي غنڊن سان وڙهندي، اسپين جي هڪ ڳوٺ لوپرا ۾ پنهنجي جان گهوري ڇڏي. هن عظيم انسان 1900ع ڌاري هالي فيڪس (فرانس) ۾ جنم ورتو. پاڻ اعليٰ تعليمي ادارن ۾ تعليم حاصل ڪيائين. جڏهن آڪٽوبر  انقلاب کان پوءِ پهرين سماجوادي رياست سوويت يونين جنم ورتو ته رالف فاڪس ان ديس ۾ پهچي، اتان جي پورهيتن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڏڪر ۽ سرمائيدار ملڪن جي فوجي مداخلت خلاف جدوجهد ڪئي. اُتان واپس موٽڻ بعد 1920ع ۾ پاڻ ڪميونسٽ پارٽي جو ميمبر ٿيو ۽ زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين ان مقصد لاءِ جدوجهد ڪندي، نيٺ ان ئي مقصد خاطر لڙندي امر ٿي ويو. رالف فاڪس نه صرف هڪ سچو ڪميونسٽ ليڊر هيو، پر پاڻ سٺو صحافي ۽ ترقي پسند مارڪسي اديب پڻ هو. هن ڪيترائي ڊراما لکي، ڪميونزم تي ڪتاب لکي، لينن جي پهريون دفعو بهترين سوانح ترتيب ڏني، ايشيا جي پراڻي تاريخ مارڪسي نقطي نظر سان لکي، وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو. هن عظيم انسان 37 سالن جي مختصر زندگي ۾ ٻارنهن ڪتاب لکيا:

(1) نوجوان ڪپتان (ناٽڪ) (2) اسٽيپ جا ماڻهو (3) طوفاني بهشت (4) لينن (5) برطانوي سامراج جي نو آبادياتي پاليسي (6) آئرلينڊ جا مسئلا ۽ مارڪس اينگلس (7) برطانيه ۾ طبقاتي ڪشمڪش (ٻه جلد)  (8) ڪميونزم (9) چنگيز خان (10) پرتگال (11) فرانس جو مستقبل (12) ناول ۽ عوام.

اسان سندس جڳ مشهور ڪتاب ”ڪميونزم“ جي پهرين حصي جو ترجمو پيش ڪري رهيا آهيون. جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي ترقي پسند اديب گوبند پنجابي جو ڪيل آهي. اميد ته هي ڪتاب سياسي ڪارڪنن، اديبن، هارين ۽ مزدورن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو ۽ ترقي پسند ڪارڪنن لاءِ ابتدائي سياسي تعليم جون ضرورتون پوريون ڪندو. اسان اوهان سان گڏ آهيون!

(رڪ سنڌي طرفان رالف فاڪس جي ڪتاب ”مارڪسواد“ تي لکيل ٻه اکر. ڇپيل، جولاءِ 1985ع)

## ”سچ“ سنڌ جي عوام جي ملڪيت آهي

”سچ“ اخبار اج پنهنجي هڪ سال جو سفر طئه ڪيو آهي. اسان اهو اڙانگو سفر ڪيئن طئه ڪري اوهان تائين پهتا آهيون، سچ جي راهه ۾ ڪهڙيون رڪاوٽون وڌيون ويون، ڪهڙيون لالچون ۽ خوف ڏنا ويا، ڪنهن اسان جي وچ ۾ ويهي سچ جي پرم کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن کان قطعه نظراسان کي پنهنجي عوام طرفان جيڪا موٽ ملي، جيڪو آدر ڀا ءُ ڪيو ويو، تنهن اسان جا حوصلا ۽ همت پهاڙ جيڏي مضبوط ڪري ڇڏي. اسان کان سڀ سور وسري ويا، مايوسيون اميدن ۾ آدرشن اڳيان پرزا پرزا ٿي ويون.

اج کان هڪ سال اڳ جڏهن جناب آغا سليم پنهنجي گهر گهرائي مون کي سچ جي سٽ ۾ شموليت جي دعوت ڏني هئي ته ڪيترن ئي دوستن ۽ سڄڻن نئين اخبار ۾ شموليت وارن خطرن آگاهه ڪيو هو. رسڪ نه کڻڻ جا مشورا ڏنا هئا. چاڪاڻ ته سنڌي اخبارون جنهن ٻڏي جي حساب سان نڪري ۽ بند ٿي رهيون هيون. ان صورتحال ۾ ڪنهن نئين اخبار کي جنم ڏيڻ، ان کي ڪاميابيءَ سان هلائڻ ۽ ان سفر کي هميشه لاءِ جاري رکڻ جي دعويٰ ڪرڻ ڪنهن وڏي خوشفهميءَ کانسواءِ ڪجهه به نه هئي. ڪا به خبر نه هئي ته اخبار جا مالڪ هن مقصد سان ڪيتري حد تائين لاڳاپيل آهن. هو پنهنجن خوابن جي ڪهڙي تعبير ڏسڻ گهرن ٿا. سچ جي سٽ ۾ شامل ٿيڻ کانپوءِ جڏهن منهنجي ملاقات اخبار جي پارٽنر جناب حمزي خان پليجي سان ٿي ته سندس اخبار لاءِ محبت پري رٿابندي، عوام تائين هڪ خوبصورت ۽ مقصدن پري اخبار پهچائڻ وارو عزم ۽ درياهه دلي اهڙيون ڳالهيون هيون، جو اسان جو همت ۽ حوصلو ويتر وڌي ويو. اخبار سان رشتو هڪ ملازم بدران پنهنجي تخليق واري سوچ ۾ تبديل ٿي ويو، مان خود سندس چوڻ تي ڪراچيءَ کان حيدرآباد منتقل ٿيڻ کي اخبار جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ ضروري چاتو. جيڪڏهن حمزي خان پليجي جي اخبار سان محبت ۽ ان لاءِ هر مشڪلات کي مرڪندي منهن ڏيڻ واري خوبي منهنجي لاءِ سونهون نه بڻجي ها ته هوند اخبار جهڙي غير مستقل روزگار تي مان پنهنجي صحافتي بنياد کي الوداع ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيان ها.

سچ جڏهن اچا مارڪيٽ ۾ به نه آئي هئي ته اسان جي ڪجهه سڄڻن ڪاروباري مفادن لاءِ جيڪي منفي پرچار جا طوفان کڙا ڪيا، سڄڻ پائي ۽ خير خواهي جي نالي تي جنهن نموني

بدگمانيون پئدا ڪيون، تنهن اڳيان اسان جي پڙهندڙن ۽ عوام طرفان مليل همت افزايون ۽ پنهنجائپون وڏيڪ سگهاريون ۽ حوصلو بخشيندڙ هيون. اخبار ڪنهن مخصوص پارٽي، طبقي يا فرد جي نمائندگي ڪرڻ بدران پاڻ کي عوام جي ملڪيت بڻائي ڇڏيو. سچي ملڪ جي عوام لاءِ تعمير ۽ ترقي جي هڪجهڙن موقعن، نسل پرستيءَ جي خاتمي، مذهبي فرقيواريت جي حوصلي شڪني، قومن جي پئدائشي حقن جي حاصلات ۽ انساني بنيادي آزادين جي تصور جي ساپيان لاءِ جدوجهد ۽ جاکوڙ ڪرڻ ”سچ“ جو مينيفيسٽو بڻجي ويو. اخبار پنهنجن انهن مقصدن جي حاصلات لاءِ هر قسم جي لالچن ۽ خوف کي پنهنجي پر مان به لنگهڻ نه ڏنو. سنڌي عوام جي حقن لاءِ جاکوڙ جي سلسلي ۾ سچ انتهائي بي ڊپائي سان پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. شاهه جو اهو شعر اسان جو سونهون بڻجي ويو ته:

منجهان منهنجي روح جي وڃي ساجن وسري،
تــه مـــر لـــڳـــي لـــوهـــه، ٿـــر پـــاپـــيـــهـــو ٿـــي مـــران

”سچ“ هڪ سال اندر جيڪي ڪاميابيون ماڻيون آهن، انهن پٺيان ڪنهن هڪ شخص جو طلسماتي ڪردار موجود نه آهي، پر سچ ۾ اسان جي سچي عوام، مڙني خير خواهن، همدردن، هڏ ڏوکين جون همتون ۽ ڪاوشون شامل آهن—اسان انهن جا به ٿورائتا آهيون، جن اسان لاءِ شڪ ۽ گمان پکيڙيا، اسان تي مثبت تنقيدون يا طبرا ڪيا. اسان جي هن مختصر سفر کي ڪاميابي تي رسائڻ لاءِ اڻ ڳڻين ماڻهن جون محنتون شامل آهن. ڪن هٿ ۾ هٿ ڏئي اسان جو ساٿ ڏنو، ڪن ٻاهران ويهي دعائون ڪيون ۽ حوصلو وڌايو.

”سچ“ جي اخباري دنيا ۾ انفراديت سندس مانوارا ليکڪ آهن، جن هن اخبار کي پڙهندڙن جي جيءَ ۾ جاءِ ڏني آهي. اسان کي اڃا سوڌو اها خبر نه پئجي سگهي آهي ته سراج الحق ميمڻ، قمر شهباز، انور ابڙو، نصير اعجاز ۽ بيدار جعفري جو هن اخبار سان ڪهڙو رشتو آهي، جن عوام کي حقيقتن جو ادراڪ ڪرائڻ لاءِ هي فورم چونڊيو آهي. سنڌن لکڻيون ئي سچ جو املهه سرمايو آهي، جن هن اخبار جي نه صرف پنهنجي انفراديت قائم رکي آهي پر عوام سان ناتن ۽ رشتن کي وڌيڪ سگهارو ۽ اٽوٽ بڻائي ڇڏيو آهي. سچ جو انسان دوست، وطن پرست ڪردار انهن ليکڪن جي لکڻين ۾ شهپارن مان ليئا پائيندو نظر ايندو آهي. سچ کي سچي سنڌ ۾ متعارف ڪرائڻ، عوام جي هٿن ۾ رسائڻ ۽ سندن مسئلن ۽ معاملن کي حڪمرانن ۽ ڪامورن تائين پهچائڻ ۾ اسان جي نمائندن، ايجنٽن ۽ هاڪرن جي جنهن محنت ۽ محبت وارو جذبو موجود رهيو آهي. ان هن اداري کي بنا ڪنهن شڪ جي عوام جي ملڪيت بڻائي ڇڏيو آهي. مون کي پنهنجي نمائندن ۽ ايجنٽن جي اخبار سان محبت جو اندازو ان وقت ٿيندو آهي، جو هو ڪا خبر نه لڳڻ تي يا ڪنهن معاملي جي صحيح نمائندگي نه ٿيڻ تي اسان کان ناراض ٿي ويندا آهن.

ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اسان جي ٽيم ڪجهه شخصن تي ٻڌل آهي، پر پوءِ به اسان اڄ اهو وڏي واڪ اعلان ڪيون ٿا ته سچ عوام جي ملڪيت آهي، اهو ئي سندس ڌڻي ۽ مالڪ آهي. اسان جا مقصد ۽ مرادون اهي ئي آهن ته، حق ۽ سچ جي واٽ تي هلندي، پنهنجي قومي آجپي واري جدوجهد ۾ پنهنجي حصي پٽاندڙ ڪردار ادا ڪريون. ان لاءِ وري به عوام کي اسان جو سونهون ۽ رهنماءُ ٿيڻو پوندو. عوام جي سگهه ئي اسان جو هٿيار آهي، انهن جون

محبتون ئي اسان جا سڀ ڏک سور دور ڪري سگهن ٿيون. شل اسان کي ڌڻي سچ جي لڄ رکڻ جي توفيق عطا فرمائي.

سچ ڏي اهڙي سگهه، منهنجي جڪڙيل جيءَ کي
ڳــچـي ٿــئـي ڳـچ، پــر چــوان جــو چــوڻــو هــجي!

(رڪ سنڌي طرفان سچ اخبار جي نيوز ايڊيٽر طور سالگرهه جي موقعي تي لکيل مضمون، چپيل، پهرين آگسٽ 1999ع)